## ڪلام

# خوش خير محمد هيسباڻي

تحقيق

**تنوير عباسي**



**سنڌي ادبي بورڊ**

ڄام شورو، سنڌ

2020ع

| چاپو پهريون | سال 1982ع | تعداد 1000 |
| --- | --- | --- |
| چاپو ٻيو | سال 2008ع | تعداد 500 |
| **چاپو ٽيون** | **فيبروري 2020ع** | **تعداد 1000** |



# قيمت: ٻه سؤ سَٺ رپيا
# (Price: 260-00)

**خريداري لاءِ رابطو:**

## سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر
## تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ

**(Ph: 022-2633679, Fax: 022-9213422)**
**Email: sindhiab@yahoo.com**
**www. Sindhiadabiboard.org**

---

**هيءُ ڪتاب حاڪم پرنٽرس اينڊ پبلشرز حيدرآباد مان سيد سڪندر علي شاهه سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو.**

# ڇپائيندڙ پاران

خوش خيرمحمد هيسباڻي ٽالپرن جي اوج واري سنڌ ۾ جنم ورتو ۽ انگريزن جو سنڌ تي عياريءَ سان قبضي ڪرڻ وقت هُو پنهنجي حياتيءَ جا پريا چاليهه ورهيه گذاري چڪو هو. هن ٽالپرن جي اؤج واري سنڌ جي خوشحاليءَ کي ڏٺو ۽ انگريزن جي جديد مواصلاتي نظام جُڙڻ واري سنڌ کي به پنهنجي پيرسن اکين سان ڏسندي لاڏاڻو ڪيو.

هُو سچل جو صوفياڻي مڪتب فڪر سان تعلق رکندو هو. هُن انهيءَ اثر هيٺ سنڌ جي مستقبل کي نظر ۾ رکندي ڪو رندانه نعرو هَڻڻ بدران سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن کي ايڪتا جي لَڙي ۾ پُوئڻ لاءِ پاڻ پتوڙيو ۽ سمورن الهامي عقيدن جو احترام ڪندي، انهن ۾ موجود "وحدتِ اديان" واري اصل جُز وحدانيت/ويدانت واري ڳَل ۾ ضم ٿيڻ ۽ انسانذات جي هڪ مُٺ ٿيڻ واري پيغام کي پنهنجي شاعريءَ جو آدرش بڻائي ان کي تهائين پختي عزم، گهري ادراڪ ۽ اعليٰ شعور سان پڪيڙيو ۽ انهيءَ ۾ هُو سنڌ جي سمورن

صوفين سان گڏ ڪامياب بہ ويو، جنهن جو ثبوت ننڍي ڪنڊ جي ورهاڱي وقت سنڌ ۾ ڪي اهڙا مذهبي فساد نہ ٿيا، جنهن تي سنڌ جي عظيم شعور شرمسار ٿئي. انهن اعليٰ ۽ اُتم ڳُڻن ۽ ڳالهين جي ڪري خوش خيرمحمد هيسباڻيءَ جي شاعري سنڌ جي اعليٰ ۽ آدرشي شاعريءَ جو هڪ اهم سبق آهي. جنهن ۾ موج مستي ۽ عشق الستيءَ جا راز سمايل آهن. جنهن جو سلسلو ازل کان وٺي اَبد تائين قائم ۽ دائم رهندو ۽ رهڻو آهي.

هن اعليٰ شاعريءَ جي ڪتاب کي سهيڙڻ جو ڪم محترم ڊاڪٽر تنوير عباسي ڪيو. ڊاڪٽر صاحب جي محنت کي مانُ ڏيندي، سنڌي ادبي بورڊ طرفان ان جو پهريون ڇاپو سال 1982ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ڪتاب جي گهُرج کي مدِنظر رکندي، ان جو ٻيو ڇاپو 2008ع ۾ ڇاپيو ويو ۽ هاڻي هيءُ ٽيون ڇاپو آءٌ بورڊ جي مانائتي چيئرمين جناب مخدوم سعيد الزمان ’عاطف‘ صاحب جي خصوصي هدايتن تحت شايع ڪري پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪري رهيو آهيان.

اُميد آهي تہ، بورڊ جي هيءَ ڪاوش شاعريءَ سان ذوق رکندڙن وٽ مڃتا ماڻيندي.

24- جمادي الثاني 1441هہ<br>19- فيبروري 2020ع

سيد سڪندر علي شاهہ<br>سيڪريٽري

# فهرست



--------

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# پيش لفظ

هن ئي سال مارچ مهيني ۾ ”سچل قومي سيمينار“ ۾، عالمن ۽ اديبن جيڪي تجويزون ڏنيون هيون، تن ۾ هڪ قابل توجهه تجويز اها به هئي ته هر سال ميلي جي موقعي تي سچل سائينءَ جي ڪنهن نه ڪنهن طالب يا همعصر شاعر جو ڪلام شايع ڪيو وڃي.

ظاهر آهي ته اها ۽ ان قسم جون ٻيون تجويزون تمام سنيون، پر اهي وقت ۽ محنت طلب آهن. عالمن کي تحقيقي ڪم ۾ بيحد محنت ڪرڻي پوي ٿي ۽ ڪم کي پايهء تڪميل تي پهچائڻ ۾ ڪافي وقت لڳي ٿو. ساڳيءَ ريت اهڙن علمي ڪتابن جي ڇپائي به وقت وني ٿي. پر رب سائين پنهنجو ڪرم ڪري ۽ ماڻهوءَ ۾ همت ۽ حوصلو هجي، ته مشڪل به آسان ٿيو پوي.

سچل قومي سيمينار کان ستت پوءِ، لاهور ۾، منهنجي ئي تجويز ۽ تحريڪ تي، سچل سائينءَ تي هڪ ٻيو جلسو ٿيو، جنهن ۾ مان محترم غلام رباني، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ کي به ساڻ وني ويو هوس. اُتي روبرو مشورو ڪري، اهو فيصلو ڪيوسون ته فقير خوش خير محمد هيسباڻي ۽ فقير نانڪ يوسف جي ڪلام چونڊ جي رٿابندي، اهڙيءَ ريت ڪجي، جو هن ئي سال ميلي جي موقعي تي ٻنهي مان هڪ ڪتاب شايع ٿي وڃي. الحمد الله، اسان ان پروگرام کي ڪاميابيءَ سان پورو ڪيو. اڄ، سچل سائينءَ جي ميلي جي موقعي تي، فقير خوش خير محمد هيسباڻيءَ جو ڪلام پڙهندڙن جي هٿن ۾ آهي.

فقير خوش خير محمد هيسباڻي سچل سائينءَ کان عمر ۾ گهٽو ننڍو هو ۽ فقير نانڪ يوسف وانگر سڌيءَ طرح طالب العلم

۽ خون هو. مصري شاهہ بادشاهہ، وانگر، پاڻ سنڌي ڪافيءَ جي ميدان جو مجيل شهسوار هو، پر سندس ڪلام جو غور سان مطالعو ڪبو، تہ سچل سائينءَ جي فڪر ۽ فن جي متس گهري ڇاپ نظر ايندي. ڪتاب جي مرتب، سنڌ جي لائق اديب ۽ شاعر، محترم تنوير عباسيءَ پنهنجي مهاڳ ۾، خوش خير محمد جي ڪلام تي سچل جي اثر متعلق سهڻو بحث ڪيو آهي.

سنڌي ڪلچر جي آبياري سنڌ جي صوفين ڪئي آهي. شاهہ، سچل، بيدل، بيڪس، روحل، نانڪ يوسف ۽ خوش خير محمد اسان جا فقط شيرين زبان شاعر ڪون آهن، پر اسان جي عوام ۽ خواص جي عقيدت جا سرچشما آهن. انهن بزرگن سنڌ جي عوام کي اخلاق، شائستگي ۽ تهذيب سيکاري آهي ۽ زندگيءَ جي مقصد کي سمجهڻ ۽ حاصل ڪرڻ جو رستو ڏسيو آهي. الله پاڪ جي در دعا آهي تہ هو اسان کي سندن ٻڌايل واٽ تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي. آمين!

30 - 6 - 1982ع جسٽس (ر) سيد غوث علي شاهہ

بسم الله الرحمن الرحيم

# مهاڳ

سنڌ جي سيني صوفي شاعرن متعلق عام روايتن وانگر فقير خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي ڪلام جو سندس ئي هٿن سان لکيل نسخو درياهه ۾ لوڙهي ڇڏيو ويو!

خوش خير محمد جي خاندان جي بزرگ، سائين فقير فتح علي هيسباڻيءَ ٻڌايو تہ صوفي خير محمد جي پٽ در محمد مست (جيڪو سچ پچ مست هو) ائين ڇئي نسخو درياهه ۾ ڦٽي ڪيو تہ "بابي پيي الله نال گهٽيان نڳيان ڪيتان هن."

عجب آهي تہ ههڙي بي مثال شاعر جا هٿ اکر بہ محفوظ رهي نہ سگهيا. فقير فتح علي هيسباڻيءَ روايت ڪئي تہ "هڪ قلمي ڪتاب تي سندن هٿ اکر هئا، جيڪو قاضي محمد علي اختر مورائي ڪٽي ويو ۽ اجا ڪين موٽايو اٿائين."

پهريائين نواب الدين شر صاحب جي مهربانيءَ سان، خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي ڳوٺ مان هڪ قلمي نسخو مليو، جيڪو اٽڪل روءِ 1935ع ڌاري جو لکيل آهي. ان نسخي ۾ سمورو ڪلام نہ هو. (مرحوم) ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ پڻ گڏ ڪيل ڪلام جو بياض مهرباني ڪري مون کي ڏنو، ان کان پوءِ محترم خادم حسين عباسيءَ وٽان مليل نسخو بہ ساڀيو ئي هو.

محترم عبدالڪريم سنديلي ڪمال فراخدليءَ سان ٻه قديم قلمي بياض مون کي ڏنا، جن مان ڪجهه اهڙيون ڪافيون هٿ آيون، جيڪي اڳين نسخن ۾ نه هيون. ان کان سواءِ محترم احمد خان آصف مصراڻيءَ ۽ محترم ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ پنهنجن بياضن تان ڪلام اتاري موڪليو، جن مان احمد خان آصف مصراڻي صاحب جي موڪليل مواد مان ڪجهه نئون ڪلام هٿ لڳو. منهنجي پياري دوست تاج جويي، دادو ضلعي جي ڳوٺ احمد خان جتوئي ۾ فقير شاهنواز جتوئيءَ وٽ رکيل قلمي بياض "جهان البحر" تان خوش خير محمد جون ڪافيون اتاري ڏنيون، جن ۾ پڻ ڪافي نئون مواد هو. اهو نسخو سن 1939ع ۾ لکيو ويو ۽ ان ۾ 1400 صفحن تي پکڙيل مختلف شاعرن جا ڪلام، ڳجهارتون وغيره آهن، جيڪو فقير سرائي جان محمد جتوئي لکيو. هن ڏس ۾ ماستر محمد موسيٰ سومري جو قلمي بياض پڻ مددگار ثابت ٿيو، جيڪو سنه 1899ع ۾ لکيو ويو هو.

آخر ۾ خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي ڳوٺ وڃڻ ٿيو، جتي فقير فتح علي هيسباڻيءَ سان رهاڻ دوران سندن طرفان گڏ ڪيل مواد مان ڪافي اهڙو ڪلام هٿ آيو، جيڪو اڳ مون وٽ نه هو. هن صاحب خوش خير محمد جي سوانح تي پڻ روشني وڌي. فقير امداد عليءَ، فقير عشاق عليءَ ۽ فقير منظور علي هيسباڻيءَ جي مهمان نوازيءَ ۽ رهاڻ دوران خوش خير محمد جي باري ۾ ڪيترا نوان نڪتا معلوم ٿيا.

آڪٽوبر 1979ع جي آخري پندرهن ڏينهن ۾ خيرپور ۽ سکر جي سينٽرل جيل ۾ نظر بنديءَ دوران فقير امداد علي هيسباڻيءَ جي رهاڻ نه فقط قيد جي ذهني پريشاني گهٽ ڪئي، ۽ وقت ٽهڪڙن جي وهڪري ۾ وهندو رهيو، پر علمي ۽ ادبي بحث دوران، فقير امداد عليءَ ڪافي نوان نڪتا بيان ڪيا.

متين سيني ذريعن مان مواد هٿ ڪري، ڇيتي، مختلف پڙهڻين تي غور ڪري، هڪ معياري پڙهڻي قائم ڪئي ويئي آهي،

جيڪا پڙهڻي قائم ڪئي ويئي آهي، اها وزن، گهاڙيٽي، ماترائن، خوش خير محمد جي شاعريءَ جي مزاج، سندس اسلوب، موسيقيت، رواني، ٻوليءَ جي صحت ۽ مفهوم جي صحيح ادائگي - ايترين سارين ڳالهين کي مدنظر رکي، قائم ڪئي ويئي آهي.

خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي ڪلام ۾ تمام توريون سِٽون اهڙيون آهن، جن جون مختلف نسخن ۾ مختلف پڙهڻيون آهن، انڪري حاشيي ۾ مختلف پڙهڻيون ڏيڻ مناسب نہ سمجهيو ويو. ڪافين جي ترتيب انهن جي رديف، مضمون ۽ گهاڙيٽي جي لحاظ کان ڪيل آهي.

بهرحال، هن نسخي کي ڪوشش ڪري حتي المقدور صحيح، مڪمل ۽ جامع ڪيو ويو آهي. اميد آهي تہ سنڌي شاعريءَ جي شائقين کي پسند ايندو.

**_ تنوير عباسي**

سرمد جو گهر، خيرپور
11 _ نومبر 1979ع

# شڪر گذاري

- محترم نواب الدين شر جي، جنهن خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي ڳوٺ مان قلمي نسخو وٺي ڏنو.
- محترم حسين بخش عباسيءَ جي، جنهن متيون نسخو سهٽيءَ صورتخطيءَ ۾ اتاري ڏنو.
- محترم خادم حسين عباسيءَ جي، جيڪو مواد حاصل ڪرڻ، پيڻڻ، اتارڻ، توڙي مختلف پڙهٽين قائم ڪرڻ ۾ شروع کان آخر تائين منهنجو مددگار رهيو.
- مرحوم ڊاڪٽر عطا محمد حامي جي، جنهن پنهنجو سمورو مواد منهنجي حوالي ڪيو.
- محترم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي، جنهن ٻه ناياب قلمي بياض مون کي ڏنا ۽ رات جو دير تائين ڪلام اتارڻ ۾ مدد ڪيائين.
- محترم اياز قادريءَ جي، جنهن پڻ سنديلي صاحب سان گڏ مواد اتارڻ ۾ منهنجي مدد ڪئي.
- فقير فتح علي هيسباڻيءَ جي، جنهن پنهنجو گڏ ڪيل مواد مون کي ڏنو، ۽ شفقت ۽ محبت سان رهاڻ ڪري، خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي حياتيءَ جي احوال تي روشني وڌائين.
- فقير امداد علي هيسباڻيءَ جي، جنهن پنهنجو گڏ ڪيل مواد مون کي ڏنو، ۽ شفقت ۽ محبت سان رهاڻ ڪري، خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي حياتيءَ جي احوال تي روشني وڌائين.

- فقير عشاق علي ۽ فقير منظور علي هيسباڻيءَ جي، جن خوش خير محمد جي ڪلام ۽ سوانح جي باري ۾ معلومات ڏني.
- مرحوم فقير در محمد هيسباڻيءَ (اڳئين سجاده نشين) جي، جنهن جي مختصر رهاڻ وڏو اثر ڇڏيو.
- مرحوم عنايت فقير، ڊول فقير ۽ عابده پروين جي، جن کان خوش خير محمد جون ڪجهه ڪافيون ٻڌم.
- محترم تاج جويي جي، جنهن ”جهان البحر“ تان مواد اتاري ڏنو.

- تنوير عباسي

# ماخذ
# خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي سوانح


1. علي مردان شاهه لڪياري: سه ماهي مهراڻ حيدرآباد ("سوانح نمبر") 3، 4 _ 1957 ص 301.
2. عطا محمد حامي ڊاڪٽر: "خيرپور جي ميرن جو ادب، ثقافت ۽ سياست ۾ حصو" (قلمي) ص 637_ 639.
3. دين محمد وفائي: تذڪره مشاهير سنڌ، حيدرآباد، 1974ع _ ص 217.
4. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر: سنڌي ادب جي مختصر تاريخ، 1961ع (قلمي).
5. عبدالجبار جوڻيجو، ڊاڪٽر: سنڌي ادب جي مختصر تاريخ، حيدرآباد 1973ع، ص 183.
6. فقير محمد رند: مير واهه ڊويزن جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ، 1961ع (قلمي).
7. حاجي محمد حداد: خيرپور جي ادبي تاريخ (قلمي).
8. عبدالغفار شاهه راشدي: اديب سنڌ لاڙڪاڻو، مئي 1951ع ۽ جولاءِ 1951ع.
9. لطف الله بدوي: نئين زندگي ڪراچي، جولاءِ 1960 ص 17.
10. عزيز الله ميمڻ: خيرپور ضلعي جي ادبي تاريخ ۽ ثقافت (قلمي) ص 187، 224، 391، 597.

# خوش خير محمد هيسباڻيءَ جو ڪلام

1. درگاهه وارو قلمي نسخو، 1935ع ڌاري لکيل.
2. محترم خادم حسين عباسيءَ وارو نسخو.
3. محترم عبدالڪريم سنديلي جو بياض، ڪاتب گل محمد قل 1899ع.
4. محترم عبدالڪريم سنديلي جو بياض 1936ع.
5. محترم احمد خان آصف مصراڻيءَ جون موڪليل ڪافيون.
6. محترم ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو موڪليل مواد.
7. جهان البحر (قلمي) ڪاتب فقير جان محمد جتوئي، سنہ 1939ع.
8. محترم ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ جو قلمي بياض.
9. ماستر محمد موسيٰ سومري جو قلمي بياض سنہ 1899ع.
10. محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سب رنگ، حيدرآباد.
11. فقير فتح علي هيسباڻيءَ ڪان مليل مواد.
12. ڍول فقير، مرحوم عنايت فقير ۽ عابده پروين ڪان ٻڌل ڪلام.
13. خيرپور ضلعي جي ادبي تاريخ ۽ ثقافت، عزيز الله ميمڻ، 1978ع (قلمي).

# خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي حياتيءَ جو احوال

خوش خير محمد هيبساڻي، رئيس غلام حيدر هيسباڻيءَ جو فرزند هو. هو سن 1809ع مطابق 1224ھ ۾، ڳوٺ گل محمد هيسباڻي (ضلع نواب شاهه) ۾ ڄائو. سندس وڏا، اصل ساهيوال جا وينل هئا، ۽ ميان آدم شاهه ڪلهوڙي سان گڏ سنڌ ۾ آيا. خير محمد هيسباڻيءَ شروعاتي تعليم پونئرن جي ڳوٺ ۾ آخوند بخش علي گاڏهيءَ جي مدرسي ۾ ورتي. ان مدرسي ۾ هن قرآن شريف ۽ ڪجهه فارسيءَ جا ڪتاب پڙهيا.ويهن سالن ڪان پوءِ ٽنگڙن جي ڳوٺ ۾ لڏي آيو، ۽ مولوي عبدالقدوس وٽ تعليم مڪمل ڪيائين.

خوش خير محمد هيسباڻي، نوشهري جي نقشبندي بزرگ، پير شهاب الدين جي فرزند پير عبدالحئي جو طالب هو. ڪن سوانح نگارن موجب، خير محمد جي وڏن جي ان درگاهه سان عقيدت هئي. ڪي سوانح نگار لکن ٿا تہ خير محمد هيسباڻيءَ جو ان درگاهه سان تعلق عثمان فقير سانگيءَ جي اثر هيٺ ٿيو. بهرحال ان ڳالهه تي ڪو بہ اختلاف ناهي، تہ صو في خير محمد نوشهري جي نقشبندين جو طالب هو. هن ڪيترين ئي ڪافين ۾ مرشد عبدالحئي سان عقيدت جو اظهار ڪيو آهي.

عثمان فقير سانگيءَ سان سندس تعلق گهاٽو هو. پاڻ عثمان سانگيءَ جي وفات تي هڪ ڪافي چئي اٿائين.

ڪجهه سال پنهنجي رهبر پير عبدالحي جي خدمت ۾ گذارڻ بعد صوفي خير محمد حج جي سفر تي روانو ٿيو. اتان موٽڻ بعد سندس، مرشد عبدالحي وفات ڪري ويو، ۽ شاهه نصير ننديءَ عمر ۾ گاديءَ تي وينو. عثمان سانگي ۽ خوش خيرمحمد هيسباڻي نندي شاهه نصير جي سنڀال لاءِ نوشهري اچي رهيا

شاهہ نصير کي نندي هوندي کان ئي سنڌي زبان جي هن بي مثال صوفي شاعر جي رهنمائي حاصل ٿي. اڳتي هلي شاهہ نصير سنڌيءَ جي صوفياڻي شاعريءَ تي اڻ مٽجندڙ نشان ڇڏيا.

صوفي خيرمحمد جي حياتيءَ ۾ ئي، سنڌ جي ڪڇيءَ ۾ غلاميءَ جو ڳٽ پيو، ۽ خيرپور جي مير علي مراد خان پنهنجي سان غداريءَ جي انعام طور خيرپور رياست حاصل ڪئي.

مير علي مراد خان سچل سرمست سان بہ عقيدت ڏيکاري ۽ سندس فارسي ڪلام "ديوان آشڪارا" ڇپايائين. مير علي مراد خان، سچل سرمست جي طالب، نانڪ يوسف سان پڻ تعلقات رکيا ۽ نانڪ يوسف مير علي مراد جي قريب رهيو. ٿي سگهي ٿو تہ اها سندس سياسي حڪمت عملي هجي، جو تہ ان وقت سنڌ ۾ سچل سرمست جي بي باڪ شاعريءَ جي گونج هئي.

صوفي خير محمد هيسباڻيءَ ڪي بہ مير علي مراد پنهنجي قريب آندو. ڪن سوانح نگارن جي لکڻ موجب ان قربت ۾ خيرمحمد جي چاچي جو هٿ هو، جنهن جا خيرپور جي ميرن سان سنا تعلقات هئا. بهرحال هن آزاد طبع شاعر ميرن جي "ڪارداريءَ" جو ڳٽ ڳچيءَ ۾ پاتو، پر اهو تمام ٿوري عرصي لاءِ.

هن آزاد طبع ۽ شاعر مزاج صوفيءَ کي نوڪري پاڻ نہ پئي. سندس نوڪري ڇڏڻ جي باري ۾ هڪ دل کي ڇهندڙ روايت آهي:

هڪ دفعي صوفي خيرمحمد هيسباڻي پنهنجي عملي سميت گشت ڪندي، ڪنهن ڳوٺ پرسان هڪ ضعيف پوڙهيءَ کي ڏٺو جيڪا مٽرن جي پري ڪٽي نہ پئي سگهي، ۽ مدد لاءِ ماڻهن کي پئي سڏ ڪيائين. هن صوفي شاعر جي حساس دل رجي پيئي، ۽ پاڻ گهوڙي تان لهي، ڪيس پري ڪٽائڻ لڳو. مائي سرڪاري ڪامورن جي دهشت کان ڊڄڻ لڳي، ۽ چيائين." ابا مون تہ ماڻهن کي پئي سڏيو، اوهين تہ ڪامورا آهيو!"

پوڙهيءَ جي انهن لفظن خوش خير محمد جي دل تي ايڏو تہ اثر ڪيو جو پاڻ دانهن ڪري چيائين " چا! ڪامورا ماڻهو

ئي ناهن؟ “ ان ئي وقت نوڪري ڇڏي ، نوشهري اچي سچي حياتي شاعري ۽ تصوف لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين .

ميرن سان پنهنجي تعلق واري وقت ۾ هن سفارش ڪري ڪيترائي قيدي آزاد ڪرايا.مير علي مراد هن جي ڏاڍي عزت، ڪندو هو، ۽ سندس سفارش تي قيدين کي آزاد ڪري ڇڏيندو هو. ماڻهن کي جو اها خبر پئي ،سو هر چور چڪار جو مائٽ صوفي خيرمحمد کي ايلاز منٿون ڪري پنهنجي قيدين لاءِ سفارش ڪرائيندا هئا. آخر مير علي مراد بہ تنگ ٿي پيو . هڪڙي ڏينهن هن صوفي خيرمحمد کي سمجهايو ، ۽ پوءِ ڪانئس ڏاڙهيءَ تي هٿ رکرائي واعدو ورتائين تہ هو ٻيهر ڪنهن ڏوهيءَ جي سفارش نہ آڻيندو . هي فقير اجا ڏاڙهيءَ تي انجام ڏيئي دربار مان ٻاهر مس نڪتو تہ اتي ئي هڪ پوڙهيءَ اچي الله جو نانءُ وڌس تہ مون کي منهنجو پٽ ڇڏائي ڏي . ان دم ئي موٽي آيو دربار ۾، ۽ مير کي ان پوڙهيءَ جي پٽ کي ڇڏڻ جي سفارش ڪيائين . مير علي مراد کلي چيس تہ” فقير. اجا هاڻي ڏاڙهي ڏئي وئين ۽ هاڻي ئي سفارش ڪٺي آيو آهين!“

خير محمد هيسباڻيءَ چيس تہ ” پوڙهيءَ الله جو نانءُ وڌو ، تارازيءَ جي هڪ پڙ ۾ پنهنجي ڏاڙهي وڌم، ۽ ٻئي ۾ الله جو نانءُ ! الله جو نانءُ منهنجي ڏاڙهيءَ کان ڳرو ٿيو.“ مير کلي اها سفارش بہ مڃي !

مير علي مراد جي موسيقيءَ جي محفلن ۾ خوش خيرمحمد هيسباڻي پاڻ حاضر رهندو هو ۽ سندس ڪلام پڻ انهن محفلن ۾ ڳايو ويندو هو . انهن ڪچهرين ۾ فقير نانڪ يوسف پڻ ايندو هو.

خوش خيرمحمد هيسباڻيءَ وٽ، سندس ئي ذات وارو هڪ فقير ’پيارو فقير‘ رهندو هو، جيڪو سندس خاص خدمتگار هو، پر چوريون بہ ڪندو هو. هو هڪ رات جو پل ۾ خيرمحمد جي جتي پائي چوريءَ تي ويو . ياڳيا پيرا وني اچي خيرمحمد هيسباڻيءَ جي جاءِ تي نڪتا، ۽ پيرن واري جتي بہ سڃاتائون ، پر ان ڳالھ تي

ويساهه ئي نه آين ته اهو خوش خيرمحمد جو ڪم هوندو. ان تي خيرمحمد هيسباڻيءَ ڳالهه کي تاڙي ورتو. ان پنهنجي منهن پياري فقير کي چيو ته "غريبن جي گهرن کي ڪاٺ تو هٽين، الله جي گهر کي ڪاٺ هٽين ها ته ڪجهه هٿ ته اچي ها."

خوش خيرمحمد جي پائرن لاڪيرن ۽ هندن جي زمينن تي قبضا ڪيا. ڪيس هليو. ٻيءَ ڌر خوش خيرمحمد کي شاهد واريو ته هيءُ سچي شاهدي ڏيندو. ٻئي طرف سندس پائرن طرفان زور پيو ته اسان جي فائدي ۾ شاهدي ڏي. جڏهن فيصلي وقت ڪانئس پڇا ٿي ته چيائين ته " ان زمين ۾ منهنجي پائرن جو پيند (پتر) به ڪونهي." ان تي زمين مالڪن کي موٽي ملي، ۽ پائر خوش خير محمد تي ڏاڍو ناراض ٿيا.

خوش خير محمد هيسباڻيءَ 1294هه جي 2 محرم تي، ٽڳڙن جي ڳوٺ ۾ وفات ڪئي. عيسوي سن 1877ع آهي. ڪيس ان ڳوٺ ۾ ئي دفن ڪيو ويو. 1905ع ۾ ٽڳڙن جي ڳوٺ کي درياهه پائڻ لڳو، ان ڪري سندس لاش کي ڪيرائي خيرپور ضلعي ۾ ڪرونديءَ جي پرسان دفن ڪيو ويو، جيڪو ڳوٺ اڄ تائين خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. اتي سال به سال 17، 18 ۽ 19 ذوالحج تي ميلو لڳي ٿو.

خوش خير محمد کان پوءِ سندس پٽ درمحمد گاديءَ تي ويٺو، جنهن کي در محمد مست چوندا هئا. در محمد مست پڻ ڪافيون لکيون آهن. ان کانپوءِ خير محمد ٻيو گاديءَ تي ويٺو. جنهن بعد در محمد ٻيو گادي نشين ٿيو، جيڪو پڻ سنڌي، سرائڪي ۽ فارسيءَ جو سٺو شاعر هو. سندس ڪافيون تر ۾ اجا تائين ڳايون وڃن ٿيون. پڻ صوفين جو هڪ عملي مرقعو هو. هر ملنڌڙ کي "محبوب" ۽ "شهنشاهه" سڏيندو هو. در محمد کان پوءِ هاڻي خيرمحمد ٿيون گادي نشين آهي.

خير محمد هيسباڻيءَ جي پونئيرن مان فقير فتح علي هيسباڻي آهي، جيڪو اڳئين زماني جي صوفي فقيرن جو هڪ مثال آهي. هو صاحب هڪ عجيب ۽ بي باڪ شخصيت جو مالڪ

آهي. سندس نڪتا رس پريا آهن ۽ ڪلام صوفياڻو. سندس ٻه فرزند فقير امداد علي ۽ فقير عشاق علي بہ موسيقيءَ ۽ ادب جو سنو ذوق رکن ٿا، ان ئي خاندان مان فقير منظور علي هيسباڻي سنو ڳائڻو آهي. خوش خير محمد جو شجرو هن ريت آهي :



# خوش خير محمد جي شاعري ۾ مٿس سچلؔ سرمست جو اثر

خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي زماني تائين، سچل سرمست سنڌي ڪافيءَ کي ڪيترين ئي نين هيئتون ڏئي چڪو هو، ۽ سندس فني توڙي فڪري صلاحيتن جي ڪري ڪافيءَ جي صنف عام ۾ مقبول ٿي ويئي هئي. شاهه لطيف جي شاعريءَ کان پوءِ سنڌي شاعري ارتقا جو هڪ ٻيو اهم ڏاڪو چڙهي چڪي هئي. اُونهن خيالن، هلڪن مترنم لفظن ۽ علامتي تصوف جي جاءِ رنداڻي ۽ بيباڪ اظهار ، وجنڊڙ ۽ گجگوڙ ڪندڙ اچارن وارن لفظن ۽ والهانہ بيخوديءَ واريءَ موسيقيءَ ۽ سڌي سنئين اعلا نيءَ شاعري ورتي. غنائي شاعري واڻيءَ کان اڳتي وڌي ، ڪافيءَ جا ڪيترائي رنگا رنگ گهاڙيٽا پاڻ ۾ سمائي چڪي هئي، سچل سرمست جي چڏيل ورثي کان سواءِ خوش خير محمد ۾ سندس ساٿاري سنڌي ڪافيءَ جي صنف سان دلچسپي رکي، ۽ ان ۾ واڌارا ڪندا رهيا. اُن دور جي سيني ڪافي چوندڙ شاعرن جي شاعريءَ تي سچل سرمست جو باغياڻو ۽ رندي انداز ، سندس ڪافين جي گهاڙيٽن جي نواڻ، ۽ سندس اترادي لهجي واري مني ٻولي ، انهن سيني صفتن جي گهري ڇاپ خوش خيرمحمد هيسباڻيءَ جي شاعريءَ ۾ موجود آهي :

پاڻ ڏسي تو پنهنجو تماشو
(سچل )

آئين صورت جو سينگار ڪري
پنهنجو پاڻ ڏسڻ لئہ پير پري
(خير محمد)

سچ تا مرد چون ڪنهن کي وٽي نہ وٽي
ڪوڙيءَ دوستيءَ جو دم ٻٽي نہ ٻٽي
(سچل)

سچ كنهن نہ وٺي سو تہ كيئن چوان
جيئن ٿو عشق چوي تيئن ٿو ٻيءَ پران
(خير محمد)

اگر اثبات كو جانو نہ هر گز تم گدا هوگا
يقين كرنا گدا گر هو و ليكن خود خدا هوگا
(سچل)

كهو تم كون جوئنده خداوندا يا بندا هئہ
(خيرمحمد)

اک نہ نالا فقير كيون سڏاوندئين
عشق دي ميدان وچ مول نہ اونديئن
(سچل)

اندر دل دي ركنديئن غير
كاهي كو درويش سڏاوندئين
(خير محمد)

تون تہ آدم اصلي ناهين
پول نہ ٻئي كنهن پل
(سچل)

پنهنجو نهارج پاڻ ۾
چولي اندر چئنچل
(خير محمد)

مٿئين ٻنهي كافين جو گهاڙيٽو، توڙي قافيو ساڳيو آهي، خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي هڪ كافيءَ تي، سچل سرمست جي بزرگ، ميان صاحب ڏني فاروقيءَ جو اثر پڻ ملي ٿو:

هڪ من جو موهن مون سان ملي
ٻي خلق ساري پل كلي
(صاحب ڏنو)

موهن ميڏي من پانوٽا
كيا كريسي لوك اياٽا

متين مثالن مان ظاهر ٿئي ٿو ته خيرمحمد هيسباڻيءَ جي دور تائين سچل سرمست جي شاعري ، عام مقبول ٿي چڪي هئي. سچل سرمست کان پوءِ ايندڙ شاعرن تي خاص طرح خيرمحمد هيسباڻيءَ جي شاعريءَ تي سچل سرمست جي اسلوب، گهاڙيٽي ، توڙي فڪر جي چٽي ڇاپ آهي . ڪٿي ڪٿي ته خير محمد هيسباڻيءَ جا گهاڙيٽا ، خيال بولي توڙي اسلوب سچل سرمست وارا آهن، ته ڪٿي وري خير محمد هيسباڻي سچل سرمست جي فڪر، ٻوليءَ يا اسلوب کان متاثر ٿيو آهي، پر گهاڙيٽو پنهنجو استعمال ڪيو اٿائين. خير محمد تي سچل جي همعصر گهرام فقير جو پڻ اثر آهي .

## خوش خير محمد ۽ سندس هم عصر

خوش خير محمد هيسباڻيءَ جو دور سنڌي ڪافيءَ جي اپار جو دور هو. انهي دور ۾ اتر توڙي لاڙ ۾، سنڌي ڪافيءَ جا بهترين شاعر موجود هئا. هڪ طرف بيدل، نانڪ يوسف ۽ حمل هئا، ته لاڙ ۾ قطب شاهه، پير اشرف ڪاماري وارو ڪافيءَ جي خاڪن ۾ دلڪش رنگ روپ پيري رهيا هئا.

ان دور ۾ ڪافيءَ جا شاعر، سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح هڪ ٻئي سان لاڳاپي ۾ رهندا هئا. سڌيءَ طرح ائين جو هڪ شاعر هلي ڪري ٻئي شاعر وٽ ويو، ۽ سندن روح رهاڻ ٿي، هڪ ٻئي جون ڪافيون بيت ٻڌائون، ۽ اڻ سڌيءَ طور ان ريت جو هڪ شاعر جي ڪافي مقبول ٿي ڳائڻ ذريعي عام ۾ مشهور ٿي ويئي، ۽ ٻئي شاعر ڪنهن ڏورانهين ڳوٺ ۾ اهي ٻول ٻڌا، ۽ پوءِ انهن ئي ٻرلن جي پيران ساڳيءَ طرح تي ڪافي چيائين - ۽ اهڙيءَ ريت هڪ طرز جون ڪي ئي ڪافيون زبان زدِ عام ٿي ويون.

صوفي خير محمد هيسباڻيءَ جي وقت ۾ به اهڙي ڏي وٺ ٿي — هن صوفي شاعر جي ڪلام ۾ ڪيترائي اهڙا شعر آهن ،جن ۾ سندس هم عصرن جي ڪلام جون جهلڪيون نظر ٿيون اچن- اهو چوڻ مشڪل آهي، ته پهرين اهو ڪلام ڪنهن چيو، ۽ ڪهڙو شاعر ان کان متاثر ٿيو.- جو ته ان دور جي شاعرن ڪهڙيءَ ترتيب سان ۽ ڪهڙين تاريخن تي ڪهڙيون ڪافيون چيون، اهو اندازو

لڳائڻ مشڪل آهي، ڇو ته ان دور ۾ قلمي نسخن تي شاعر جي ڪلام چوڻ جي تاريخ نه وڌي ويندي هئي. خوش خير محمد هيسباڻيءَ ۽ سندس ساٿارين جي شعر ۾ جيڪي هڪ جهڙيون ڳالهيون آهن، انهن مان اهو پتو لڳائڻ مشڪل آهي ته اهو ڪلام اڳ ۾ خير محمد چيو، ۽ پوءِ خير محمد هيسباڻي انهن ڪان متاثر ٿيو. اهو معلوم ڪرڻ به نا ممڪن آهي، ته هم عصر شاعرن مان ڪو خاص گهاڙيٿو يا ڪا خاص طرز ڪهڙي شاعر ايجاد ڪئي . انهن سيني ڳالهين هوندي به اها خبر پوي ٿي ته ان دور جا شاعر هڪ ٻئي سان رابطي ۾ هوندا هئا- انهن جو ڪلام سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح هڪ ٻئي تائين پهچندو هو، ۽ ان کي پسند ڪري ان پران ٻيا پنهنجا ڪلام چوندا هئا. ان دور ۾، هميشه وانگر هم عصر شاعر هڪ ٻئي ڪان متاثر به ٿيندا هئا، ته هڪ ٻئي کي متاثر به ڪندا هئا.

سچل سرمست جو اثر صوفي خيرمحمد هيسباڻيءَ تي ظاهر ظهور آهي ! ان ڪان پوءِ ٻيو شاعر جيڪو خوش خيرمحمد هيسباڻيءَ جو هم عصر هو ۽ جنهن جي ڪلام جي سندس ڪلام سان مماثلت آهي ، اهو آهي بيدل.

لڳي ٿو ته هي ڪلام، هنن مان ڪنهن هڪ ، ٻئي جي شعر ڪان متاثر ٿي لکيو آهي :

ڪانگ لنوي مني لات- مارو مسافر ڄاڻ کي ايندا
(بيدل)

ڪاڪيون ڪانگ لنوي، تو
ايندا اڄ ڪر سياڻي.
(خير محمد)

هيٺ ڏنل بيدل ۽ خير محمد جي ڪلام ۾ خيال جي هڪ جهڙائي آهي:

بار برهه دا باري جو جاتا!
عرش ملڪ افلاڪ نه ڄاتا!
عاشق سارا سر تي اُنايا.
(بيدل)

افلاڪان سر آچ ڪڙو تا ملڪان منهن نہ لائي
اهڙا سڻ بار ملامت.

ڪن ڪافين ۾ بيدل ۽ خير محمد جو گهاڙيٽو ، توڙي قافيو هڪ جهڙو آهي:

دعويٰ دورنگيءَ جي ڇڏي وحدت ڏي چت جو چاهہ ڪر.
(بيدل)

ڪر همت، ڇڏ حرصَ آهي دور دنيا دم گذر
(خير محمد)

حسن دا جلوا ڪعبہ قبلہ عشق اسا ڏا امام
(بيدل)

نينهن پڙهائي نماز ، عشق تي آيو امام اسان جو.
(خير محمد)

تخت هزاري دا صاحب ويکو ڳليان وچ ڦريندا
(بيدل)

تخت هزاري دا مالڪ جانب جوڳي تي آيا.
(خير محمد)

بيدل ڪان پوءِ خوش خيرمحمد هيسباڻيءَ جو ٻيو مشهور ۽ اهم همعصر نانڪ يوسف آهي. خير محمد ۽ نانڪ يوسف جي اباڻن ڳوٺن جي وچ ۾ ڪو وڏو مفاصلو نہ آهي. ٻنهي شاعرن جو خيرپور جي ميرن سان تعلق هو، ان ڪري لازمي آهي تہ ٻئي شاعر هڪ ٻئي سان ملندا هوندا، روح رهاڻيون ڪيون هوندائون ۽ ٻنهي شاعرن جو ڪلام ٻانائن ذريعي هڪ ٻئي وٽ پهتو هوندو. هيٺ ڏنل ڪافين جو گهاڙيٽو ساڳيو آهي، ۽ لڳي ٿو تہ هڪ شاعر ٻئي ڪان متاثر ٿي اها ڪافي چئي آهي:

سٽي پورب جو پيغام، سامي سنک وڄائن تا
(خير محمد)

نانگا نينهن ڪيا نروار ، مر جي رام ريجهائن تا.
(نانڪ يوسف)

انهيءَ ساڳئي گهاڙيٽي ۽ قافيي تي، ٻن ٻين شاعرن جون ڪافيون بہ آهن ، جيڪي پڻ خوش خيرمحمد هيسباڻيءَ جا هم عصر آهن. لڳي ٿو تہ اها طرز پنهنجي وقت جي ڏاڍي مقبول طرز هئي، جنهن تي ان دور جي مشهور ۽ ماهر ڪافي چوندڙ شاعرن پنهنجا ڪلام چيا .ٻيا شاعر جن جون ڪافيون مٿئين طرز تي ملن ٿيون، اهي آهن عثمان سانگي ۽ قطب شاھ .عثمان سانگيءَ تہ خوش خيرمحمد هيسباڻيءَ سان ملا قاتون بہ ڪيون. قطب شاھ جي ڪافي هيٺينءَ ريت آهي:

لڳي لاهوتين ڪي لاڳ، جوڳي من ۾ مچ مچائن ٿا.
(قطب شاھ)

نانڪ يوسف ۽ خوش خيرمحمد جي ڪيترين ئي ڪافين ۾ هڪ جهڙائي نظر ٿي اچي

دم دم اسان ڏي دل تي هئہ تانگهہ تيڏي پيارا.
(خير محمد)

دم دم اسان ڏي دل تي سڄڻان ديان ڳالهيان.
(نانڪ يوسف)

دلبر آيا مئڏي ديس، آمل سيان ڏيوو مبارڪ.
(خير محمد)

دلبر ديس اساڏي آيا، واھ برھ دي بهار لڳي.
(نانڪ يوسف)

جيوين ڪرامت ڪشف اڪيندي
عاشق ايوين نهين لڪيندي.
(خير محمد)

لڪا ڪرامت ڪشف منيندي
ڪنز قدوَري هنر ٻٽيندي
(نانڪ يوسف)

عشق جٽيا جس پايا هئہ
تس واھ اسلام جڳايا هئہ
(خير محمد)

آج سجن كيون نہ آيا هئہ
كنهن ڏوتي ني پرمايا هئہ
(نانڪ يوسف)

هر مظهر وچ حاضر هوندي همت دي مرداني وهوا
(خير محمد)

آپ هو يا بتخاني دلبر ، آپ يا مئہ خاني وهوا.
(نانڪ يوسف)

بجليان واه برساتا لايان
تا تا ناچ نچايا هئہ
نال تماشي تيَا تيَا.
(خير محمد)

تا تا تا تا تيَا —عشق حق نگاهان .
(نانڪ يوسف)

مٿي ڏنل مثالن مان آخري مثال ۾، موسيقيءَ جو ناچ سان لاڳاپو ظاهر ٿئي ٿو . اها "نرت تال" جي موسيقي ۽ ان جا بول نانڪ يوسف وٽ عام ملن ٿا، ان ڪري پائنجي ٿو تہ ان قسم جي شاعريءَ ۾، خير محمد تي نانڪ يوسف جو اثر پيو آهي . عثمان سانگي (1778ع- 1860ع) خير محمد هيسباڻيءَ جو نہ فقط اهم ۽ مشهور هم عصر هو، پر ٻئي مرشد ڀائي پڻ هئا. هنن جون ملا قاتون ۽ ڪچهريون بہ ٿينديون رهنديون هيون .عثمان سانگي ۽ خير محمد جي ڪافين ۾ پڻ هڪ جهڙائي ملي ٿي.مٿي ڏنل ڪافي، جنهن جي طرز تي عثمان سانگيءَ جي ڪافي پڻ ملي ٿي:

سٽي پورب جو پيغام
سامي سنڪ وڄائن تا.
(خير محمد)

صوفي صافئون صاف
خيال سان الف جڳائن تا.
(عثمان سانگي )

اهڙي هڪ ٻي ڪافي پڻ آهي ، جنهن ۾ پڻ ٻنهي شاعرن مان ڪو هڪ ٻئي شاعر کان متاثر ٿيل ٿو ڀانئجي :

ڪيا انصاف ويکان تيڏي آوڻ دا
ڏاڍا لائق ڪيتي ليئي پاوڻ دا
(خير محمد)

ڏاڍا لڪ ڪيتئي ليئي پاوڻ دا
ڪيها عرض پيوئي آوڻ دا
(عثمان سانگي)

خوش خير محمد هيسباڻيءَ جو عثمان سانگيءَ سان ايترو اُنس هو، جو عثمان سانگيءَ جي وفات سندس دل کي ڏک هنيو، ۽ هن عثمان سانگيءَ جي وفات جي سانحي تي ڪلام چيو:

عثمان عاشق آفرين پنهنجو جسم پروان ڪيئي
منجهه طالبن جي توهه ۾ نالو صحيح نيشان ڪيئي

خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي ڪلام تي بلا شاهه جي اثر جو اولڙو پڻ پيو آهي. صوفياڻي شاعري، خصوصاً وحدت الوجود ۽ ”همہ اوست“ جي نظريي واري شاعري ان دور ۾ نہ فقط سنڌي ڳالهائيندڙ ايراضين ۾، پر سرائڪي توڙي پنجابي ڳالهائيندڙ ايراضين ۾ مقبول عام هئي. بلا شاهه ۽ فريد اجا تائين سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۾ ڳايا تا وڃن .بلا شاهه جي هڪ ڪافيءَ جو اثر خوش خير محمد تي ٿيو ڏسجي ٿو

بلا شاهه جي هڪ ڪافيءَ جو هڪ بند آهي :

اسان آدم ڪنون اڳي هياسين
آدم سا ڏا چايا
الهہ آدمي بن آيا.

خوش خير محمد هيسباڻيءَ پڻ چيو آهي تہ :

خوشيءَ پنهنجي خاڪ رليا سي
نہ تہ آدم کان اڳي هيا سي.

## خوش خير محمد جو پوين شاعرن تي اثر:

خوش خير محمد هيسباڻيءَ جو جنم 1224هه آهي، ۽ خواجه فريد 1261هه ۾ ڄائو . ان لحاظ کان خير محمد جي عمر ٽيهن سالن کان به مٿي هئي جو خواجه فريد ڄائو هئو. خوش خير محمد جي ڪلام ۾ به ڪافيون اهڙيون آهن ، جن مان ظاهر ٿئي ٿو ته انهن جو اثر خواجه فريد تي پيو ڇو ته خوش خير محمد شاعريءَ جي چوٽ تي هوندو هو ته خواجه فريد جو جنم ٿيو .

خوش خير محمد چيو آهي :

رند روز شب آهن سدا وحدت جي واديءَ ۾ غرق.

خواجه فريد جو ڪلام آهي :

آهن قلندر روز شب پنهنجي خوديءَ ۾ خود غرق .

مٿئين ڪلام ۾ نه فقط وزن، بحر، گهاڙيٽو ۽ مزاج ساڳيو آهي، پر قافيو به سا ڳيو آهي ،ائين ٿو لڳي ته خواجه فريد خوش خير محمد جي ڪلام جي طرح تي لکيو آهي.

سهڻي صورت ويک سبحان کهون
اي جهان سارا لا مکان آيا
(خوش خير محمد)

بن دلبر شکل جهان آيا
هر صورت عين عيان آيا
(خواجه فريد)

مٿين ڪافيءَ ۾ به خواجه فريد ، خيرمحمد هيسباڻيءَ جو اثر قبول ڪيو آهي. مولوي عبدالغفور همايوني به ڪافيءَ جو مشهور شاعر آهي، ۽ هن انهيءَ صنف ۾ ڪافي نواڻ پيدا ڪئي آهي. خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي ڪلام ڪيس به متاثر ڪيو آهي .خوش خير محمد جي ڪافيءَ جا مصرعا آهن:

تنهنجي پنبڙين جا پيڪان چوان
اهي نندڙا بڙڇون بان چوان
تنهنجا ابرو سيف ايران چوان
ڪيڏو ڪيس ڪري ڪن دست دليون.

مولوي عبدالغفور همايونيءَ جي ڪافي آهي :

تنهنجي صورت گل گلاب چوان
يا ملڪ سندو مهتاب چوان
تنهنجي قد سڌي کي ڪان چوان
يا بيشڪ الف ايران چوان.

خير پور جي هڪ شاعر سبحان فقير به خير محمد جو اثر قبول ڪيو آهي:

محبوب جي سيلاب جي قاصد خبر ڏي ڪا ڪري
(سبحان فقير )
طالبن توحيد جي آندي خبر خاصي ڪري
(خير محمد)

ساڳيءَ طرح مير راز محمد تي پڻ متينءَ ڪافيءَ جو اثر معلوم ٿو ٿئي، جو ساڳئي ئي رنگ ۾ مير راز محمد چوي ٿو ته :

قاصد ادا وڃ يار ڏي، آڻج اوڏانهن خوش خبر

سنڌ جي هڪ ٻئي اهم شاعر حسن بخش شاهه ڊنڙي واري پڻ خوش خير محمد جو اثر قبول ڪيو آهي .حسن بخش شاهه جي هڪ ڪافي آهي :

هن عشق جي آڙاهه ڪئين هزار ڀڳڻ ٻاريا

اها ڪافي خوش خير محمد جي هيٺينءَ ڪافيءَ کان متاثر ٿي چيل ٿي لڳي:

انهي سيف ابروءَ جي سوين مانجهي هزارين ماريا

خيرپور جا ٻيا به شاعر، مير امير علي ٽالپر ۽ قائم فقير پڻ خوش خير محمد هيسباڻيءَ کان متاثر ٿيا آهن

مير امير علي ٽالپر جي هڪ ڪافي:

عشق اچي تڏهن سر نائن ٿا
جڏهن موت حياتي پائن ٿا

خوش خير محمد جي هن ڪافيءَ کان متاثر ٿيل آهن:

جڏهن هر صورت حق پائن ٿا
تڏهن صوفي اچي سر نائن ٿا

قائم فقير جي ڪافي آهي :

تنهنجي حسن ڪيا حيران سوين سلطان چوان.

اها ڪافي خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي مشهور ۽ مقبول ڪافيءَ "پسي صورت جو سلطان هم حيران لڳي" تان متاثر ٿيل آهي. خوش خبر محمد جي ان ڪافيءَ جي گهاڙيٽي جي سونهن سنڌ جي ڪيترن ئي شاعرن کي متاثر ڪيو ، ۽ ان کان پوءِ ڪيترن ئي شاعرن ان طرح تي ڪافيون چيون .

خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي ڪلام جي اپياس مان ظاهر ٿو ٿئي ته مٿس سچل سرمست جو گهرو اثر آهي، ۽ هو پنهنجي هم عصرن سان سڌيءَ اڻ سڌيءَ طرح رابطي ۾ هو، ۽ انهن مان ڪن کان متاثر ٿيو آهي ۽ ڪن کي متاثر ڪيو اٿائين، ۽ پاڻ کان پوءِ ايندڙ شاعرن تي به گهرو اثر ڪيو اٿائين.

## مرشد سان عقيدت ۽ دوستن جي ياد:

خوش خير محمد هيسباڻي نظرياتي طور نوشهري جي پير عبدالحئي جو مريد هو، ۽ جا بجا ان جو ذڪر ڪيو اٿائين .

خير محمد شاهه عبدالحي دي

برهه لائي برسات

* * *

خير محمد هر فقر جو خادم نوشهري سيس نوايو

* * *

خير محمد شاهه عبدالحي دي در دي آن مئن پردي

* * *

خوش خير محمد مُلهه خريد بندو

آهي عاشق عبدالحئي سندو

* * *

هونئن خير محمد دونو جڳ ۾ عشق عجب سرمايا هئه

عاشق عبدالحي ميري گر ايوين آک سڻايا هئه

پنهنجي مرشد، شاهه عبدالحئي جي خاندان مان، پير نول گهوٽ به خير محمد جي ئي حياتيءَ ۾ جائو ، جنهن جي ڄمڻ تي هن لکيو:

نول گھوٽ نوشهري دي وچ
ڪيتان عشق آباديان

سنڌ جي ٻين ماڻهن وانگر خوش خير محمد قلندر شهباز سان به عقيدت رکندو هو، ۽ ان جو اظهار هن مشهور ڪافيءَ "اچڻي حاضر حسيني تي قلندر لال مروندي" ۾ ڪيو آهي.

هڪ ٻيءَ ڪافيءَ ۾ هن خواجه عبدالله کي ڳايو آهي، جنهن لاءِ لطف الله بدويءَ لکيو آهي ته " هرات جو رهڻ وارو هو، ۽ ڪاملن مان هو."

عثمان سانگيءَ سان به خاص رهاڻيون هئس. عثمان جي وفات تي هينيون ڪلام چيو اٿائين:

عثمان عاشق آفرين
پنهنجو جسم پروان ڪيائين

## خوش خير محمد جي رومانويت:

خوش خير محمد، سنڌي توڙي سرائڪي ڪافين ۾ هڪ نئين اسلوب، توڙي نئين تاثر جو اظهار ڪيو .خير محمد هيسباڻيءَ جي ڪافين ۾ هر موضوع تي رومانويت جو وڻندڙ رنگ چڙهيل ملندو . اهو اثر، سندس هم عصرن توڙي ڪانئس اڳ آيل شاعرن وٽ پڻ ملي ٿو، پر ڪٿي ڪٿي، ۽ اُهو ايترو رچيل نه آهي، جو انهن شاعرن کي رومانوي شاعر ڪري ليکجي .شاهه لطيف توڙي سچل سرمست تصوف تي رومانويت جو پوش چاڙهيو ، ان اسلوب جي چوٽ خير محمد هيسباڻيءَ وٽ ٿي۔ خير محمد جي هر ڪافي مجاز جي رنگ ۾ رنگيل آهي. هن وٽ سونهن جو بيان سراپا ٿائين وڃيو پهچي. هن ڪي صوفياڻي فلسفي، همه اوست جي ڳوڙهن ۽ منجهيل مسئلن جي بيان ڪرڻ وقت به پرينءَ جا پار نظر ٿا اچن . اتر توڙي لاڙ ۾، ان اسلوب جي انتها هن شاعر وٽ ئي نظر اچي ٿي. سندس ڪي ڪافيون ته انتها پسند رومانويت Extremist Romanticism جو اظهار آهن:

عشق سارا تقدير، متان ڪو تدبير هلاوي

* * *

يعني عشق اڻ ٺر آهي ان اڳيان ڪا بہ تدبير نٿي هلي سگهي -هٿ پير هڻڻ اجايو آهي-ڦاسڻ کان پوءِ ڦٿڪڻ جو ضرور ڪونهي.

رمزن غمزن جهرمر لائي
ڪوئل قمريءَ قم قم ڳائي
مينا طوطي مست تي آئي

هن بند ۾ نہ فقط هڪ خوشگوار ماحول پيدا ڪيو ويو آهي. پر لفظن جي هڪ ٻئي سان لاڳاپي- (رمزن، غمزن، قمري،قم قم) اتاهہ موسيقيت پيدا ڪري ڇڏي آهي .

آتش بازي عشق اتاري
پڇو پتڱن کان اها سڌ ساري
اول اتئي آڙاهہ خليلي
پوءِ برهہ ۾ باغ بهاري

هن سڄيءَ ڪافيءَ تي مجاز جو رنگ ڇانئيل آهي:

ڪيءَ جو ڪالهہ اکيون ڏسي آيون
هاڻي رهن نہ تيون ڪنهن جي رايون
بعضي چوري بعضي زوري
ڪا جا لڳي اتن عشق جو لوري
راز وڏي تہ ريجهايون

ساڳيءَ طرح هينئين ڪافين ۾ عشق ۽ "عقل" جي موضوع کي ڪهڙي نہ پياري انداز ۾ بيان ٿو ڪري- اهو موضوع هن ڪافيءَ ۾ نت نئون ٿو لڳي .

عشق اچي مون سان ڪيون ڳالهيون
ڏسڻ نہ جهڙيون، سلڻ نہ جهڙيون
هر دو جهان جي حجابن واريون
سڀ پڌر اچي پيون
علم عقل جو اڱ ٻڌيون سي
نيهن سٽايون نيون

حسن جون فوجان سر عشاقن
اچي امالڪ پيون.
خوش خير محمد قبل ماصيءَ جون
حال وحدت ۾ ويون.

هينين سرائڪي ڪافي، تشبيهن جي ڪري رومانويت جو خوبصورت مثال ٿي پئي آهي:

وھ سير چمن گلزاري وي
مست اکين مخمور ويکو
جوڙ محبوب آون جھڙ بادل
زلفان ميگھ ملھاري وي
چشمان ڪجل دا ڪلور ويکو
حسن ديان بجليان برھين واليان
آون بي اختياري وي
تجليان سي ڪوھ طور ويکو

هيءَ ڪافي ،خوشبو، رنگ ۽ سرنهن جو سهڻو ميلاپ ٿي آچي:

چٽي زلف اتي رخسار ميان
ڪڍي ڪا ڪل برھ بازار ميان
هر جاءِ حسن دي هوءِ ويکو
سارا ملڪ مڙئي خوشبوءِ ويکو
واھ واھ حسن هبڪار ميان
جيوين عنبر مشڪ تتار ميان

مٿي ڏنل سيني ڪافين ۾ رڳو مجازي رومانويت آهي. انهن ۾ تصوف جا پيچيده خيال آهن، پر انهن کي ثانوي حيثيت آهي. هنن سيني ڪافين تي مجاز جو رنگ غالب آهي. هنن ڪافين ۾ خير محمد جو محبوب انسان آهي، ڪارين ڪجلين اکين وارو، رخسارن وارو، جنهن جا زلف ميگھ ملهار آهن ، جتي اکيون ڪڏهن چوريءَ ، تہ ڪڏهن زوريءَ وجيو اتڪن

هنن ڪافين ۾ مجاز جو هڪ نئون نڪور، مترنم ۽ تاثراتي اظهار آهي. اهو اظهار، ساديءَ، سلوڻيءَ، پر شاعراڻيءَ

ٻوليءَ ۾ ڪيل آهي. انهن ڪافين ۾ اوچتي من اچل آهي. ڪٿي ڪٿي فارسي روايتن توڙي لفظن جو جهلڪو آهي.

خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي هينين ڪافي ، انهن سنڌيءَ ۽ سرائڪي ڪافين ۾ مٽيري رهندي، جيڪي ڪنهن سهڻي جي سونهن کي بيان ڪرڻ لاءِ چيون ويون آهن. توڙي هن ڪافيءَ ۾ مڪمل طور تي ”سراپا“ جي ٽيڪنڪ ناهي ، پر اهو رنگ موجود آهي:

ويکن نال دلين لٹ نيندا هئہ
چشمان چست جڏان ول چئيندا هئہ

-------

اکيان مست قدح مخمور ڏونهين
نينان نور پريان گهتن گهور ڏونهين
نازان ناز ڪرن چڪ چور ڏونهين
جڏهن ڏار ڪجل دي ڏريندا هئہ

-------

لب لعل سونهن سرخي ٿال اوپر
بنيا نيلم دانہ خال اوپر
ويکو غنچہ دهن مشڪ مثال اوپر
هڻ پان مساڳ مليندا هئہ

-------

ٻئنسر بيني نقش ٻراڙ بنيا
جهالر جهومڪ جهومر دار بنيا
دهري دام دلين هس هار بنيا
ڳل مالها پاڪي مريندا هئہ

-------

خوش خير محمد ڪيهي بات سلي
جيوين شيش محل ۾ شمع ٻلي
اتان ذات صفات دا هل هلي
نحن اقرب آپ اليندا هئہ.

هن ڪافيءَ ۾ اکين، چپن، نراڙ ۽ وات سراپا جو حصو آهن، تہ پان، مساڳ، بئنسر ۽ هار سينگار جي شاعريءَ جا لوازمات آهن. هيءَ ڪافي نہ فقط "سينگار" ۽ "سراپا" جو سهڻو ميل آهي پر ان سان گڏ فارسي ۽ هندي شاعريءَ جي روايتن جو حسين امتزاج پڻ. هن ڪافيءَ ۾ غنچئہ دهن بہ آهي تہ ساڳيءَ سٽ ۾ پان ۽ مساڳ پڻ. هن ڪافيءَ جي آخري بند ۾ جيڪو عڪس پيش ڪيو ويو آهي، اهو نہ فقط انوکو آهي، پر ڪمال جو پڻ:

خوش خير محمد ڪيهي بات سلي
جيوين شيش محل ۾ شمع ٻلي
اتان ذات صفات دا هل هلي
نحن اقرب آپ اليندا هئہ

شيش محل ۾ شمع جو ٻرڻ ۽ لامنتها Infinity عدد ۾ عڪس ۽ روشنين جي نہ کٽندڙ جهرمر.

## فارسي شاعريءَ جو اثر:

خوش خير محمد هيسباڻيءَ ڪافين ذريعي فارسي شاعريءَ جي ڪيترين ئي روايتن کي سنڌيءَ ۾ آندو آهي. هن سچل سرمست جي تقليد ۾، فارسي بحر وزن ۾ ڪافيون لکيون آهن، جيڪي ڳائجن تہ ڪافيءَ وانگر ٿيون، پر انهن جو گهاڙيٽو، وزن توڙي قافيي جي ترتيب فارسي آهي، جيئن:

سرڪ تي ساقي متي تو ڏس متارن جا متا
اصلئون اهو آئين تن خرچن ٻئي ناٽي نتا.

هن ڪافي ۾ غزل ميل ۾ موکيءَ جو موضوع آهي، جيڪو اڳي ڪنهن شاعر شايد ئي انهيءَ هيئت ۾ سمايو هجي. اهو پراڻي مضمون کي نئين انداز سان پيش ڪرڻ جو سهڻو تجربو آهي.

ان قسم جا گهڻائي ڪلام آهن، جيڪي ڪافي غزل جو ميلاپ آهن:

هن سيف ابروءَ جي سٽي مانجهي هزارين ماريا
ڪي ماريا ڪي جياريا ڪي عشق جا آزاريا

خير محمد هيسباڻيءَ جي شاعريءَ تي فارسي شاعريءَ جي اثر جو ٻيو نمونو آهي. سندس ڪلام ۾ فارسي تشبيهن، تلميحن ۽ ترڪيبن جو استعمال. خير محمد جي دور توڙي ان کان پوءِ جي دور تي فارسي شاعريءَ جو اثر غالب پوندو رهيو، پر ڪيترن شاعرن وٽ فارسي رنگ ڪري ايتري ته اوپرائي ڇانئجي ويئي، جو سنڌي شاعريءَ جو اصلي هڳاءُ دٻجي ويو ۽ ائين پيو لڳي ڄڻ اها شاعري سنڌ جي زمين جي ئي ناهي. خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي ڪلام ۾ جن ڪافين تي فارسيءَ جو اثر آهي، انهن مان اڪثر ڪافين ۾، هن فارسي لفظن، تلميحن، توڙي ترڪيبن جو استعمال اهڙي فنائتي نموني سان ڪيو آهي، جو انهن ۾ اها اوپرائپ محسوس نٿي ٿئي. اهڙيون ڪافيون ڪي ورلي لڀنديون، جن ۾ اها اجنبيت محسوس ٿيندي، نه ته خير محمد فارسي روايتن کي متوازن حد تائين استعمال ڪيو آهي:

عشق فرض اچي ادا ڪيو ميان

ابروءَ جي محراب ۾.

ابرو ۽ محراب، ٻئي فارسي آهن، ۽ اها تشبيهه پڻ فارسي شاعريءَ جي آهي:

مزگان نينان ڪئي وير ماريئي

ابرو قوس قزح دي ڪمان آيا

هن ۾ مزگان، قوس قزح ۽ ڪمان جي تشبيهه فارسي آهي، اها سٽ ڪجهه اوپري لڳي پيئي.

ڇني زلف اتي رخسار ميان

ڪڍي ڪاڪل برهه بزار ميان

مزگان مورچي صفان ٻڌ جوڙ ڪڙن

عاشقان نال امالڪ روز لڙن

ڇني نين تفنگ نروار ميان

ابرو سيف سٽن ڏو پار ميان.

هن فارسي، ۽ سنڌي روايتن جو استعمال متوازن آهي. ڪاڪل آهن ته برهه جي بزار به آهي، نين تفنگ آهي ته ڏوپار به آهي.

هووين غبغب دي وچ غرق ايرين
هويا مشتاقان دا مرڪ جيوين
جيوين حسن دفتر وچ ورق ايوين
تنهن ڪون جام جما جم جم دا هئہ

هن بند ۾ غبغب ۽ جام جما جم جم دير هضم پيا لڳن.

تحقيق طوبا دا نهين رايا
سانون ڪاڪل سنبل نہ سايا
جيڪو حسن دي حيرت وچ آيا
تنهن نون خيال زلف خم خم تا هئہ

اهي ئي ٻہ ٽي مثال آهن، جن ۾ خوش خير محمد هيسباڻيءَ جا استعمال ڪيل فارسي لفظ اوپرا ۽ دير هضم پيا لڳن، نہ تہ هن جيڪي بہ فارسي لفظ يا ترڪيبون استعمال ڪيون آهن، اتي انهن کي سنڌي رنگ ۾ رنڱي ڇڏيو اٿس:

لب لعل سونهن سرخي نال اوپر
بنيا نيلم داڻا خال اوپر
ويڪو غنچہ دهن مشڪ مثال اوپر
هڻ پان مساڳ مليندا هئہ

------

## هندي شاعريءَ جو اثر:

هندي شاعري شروعات کان سنڌي شاعريءَ تي اثر انداز رهي آهي. قاضي قادن کان سچل سرمست تائين اهو اثر ملي ٿو ۽ پوءِ بہ قائم رهيو. خوش خير محمد هيسباڻيءَ کان اڳ روحل فقير هنديءَ ۾ ڪلام چيو ۽ ڪتاب لکيا. خير محمد جي همعصر نانڪ يوسف پڻ هندي ٻاڻيون چيون ۽ هنديءَ ۾ سِنہ لکيا، هندي شاعريءَ جو اثر صوفي خير محمد هيسباڻيءَ تي بہ جابجا ملي ٿو:

عشق جڻيا جس پايا هئہ
تس واهہ اسلام جڳايا هئہ

واھ اسلام جڳايا ھئہ، مر جي رام ريجھايا ھئہ
ڪھان ھئہ گنگا ڪھان ھئہ جمنا ڪھان ري ڪاشي جايا ھئہ
تجھ ۾ تڪيا تجھ ۾ تيرٿ آپ ۾ آپ سمايا ھئہ

ھيءَ ڪافي نہ فقط ھندي رنگ ۾ رڱيل آھي، پر ”ويدانت“ ۽ ”تصوف“ جو سھڻو ميلاپ آھي. اھي ٻئي تحريڪون، سنڌي ڪلاسيڪي شاعرن وٽ مليِ، رواداريءَ واري ۽ بي تعصب دور جي نشاندھي ڪن ٿيون.

رام سمرتي سجاڳ پوري دل
رين ستي ساري رات گذر گئي ھئہ
جا ڪيِ ملو تم ساڌو ڪي سنگت
ليئي صاحب ڪا سھاڳ.

.... .... .... ....

اي جڳ سارا جان سپنا
اسي نيند ۾ ڪيون سوتا
سنجھ پڙي تم سوتي سوتي
رين گجري اب ڪيون روتا.

خير محمد لاءِ رام ۽ جٽيو ٻہ ھڪ علامت آھن، تہ ھن لاءِ محمد مير بہ علامت آھي. اھي علامتون ڪنھن حسين جميل حقيقت جون، جيڪا ازلي ۽ ابدي آھي، جيڪا محبت آھي، جيڪا پيار آھي، سنڌ ۾ پيار، امن،محبت، رواداري، ھمدردي، ۽ ڀائيچاري جي وٽندڙ ماحول پيدا ڪرڻ ۾ خوش خير محمد جھڙن صوفي شاعرن وڏو اھم ڪردار ادا ڪيو.

## خوش خير محمد ۽ ظاھري علم

فقير خوش خير محمد ھيسباڻيءَ، سچل سرمست وانگر پنھنجي صوفياڻي اعتقاد جو ڪلايو ڪلايو اظھار ڪيو آھي. سندس ان قسم جي اظھار ۾ بي باڪي آھي ھن وٽ، ان وقت جو رائج علم، ظاھري ڏيکاءَ واري معتبري ۽ مذھبي ڪٽر پڻي کان بيزاريءَ جو اظھار آھي. ھن وٽ ڪشف ۽ ڪرامت ڪرڻ وارن ۽ مشائخن

لاءِ نفرت جو اظهار آهي. (حالانڪ اڳتي هلي، خير محمد هيسباڻيءَ جي وفات کان پوءِ سندس معتقدن هن کي وڏو ڪشف ۽ ڪرامت جو صاحب بنائي ڇڏيو.) هو چوي ٿو:

جيوين ڪرامت ڪشف اکيندي
عاشق ايوين نهين لکيندي
ڪاڻ مشائخي کدن ڏهاکي
ڪوڙي خاص بناون ڏاکي
پرت بنا سڀ ڪوڙي پهاکي
پوک برھ دي نهين پکيندي.

خير محمد وٽ، ڏهاکا کڻڻ ۽ ممبر جي ڏاکن تي چڙهي وعظ ڪرڻ کان برھ جي پوک پوکڻ بهتر آهي.

هينئينءَ ڪافيءَ ۾، عشق ۽ عقل جو مقابلو آهي. (صوفين لفظ عقل کي Wisdom جي معنيٰ ۾ نہ، پر ظاهري ڪٽر پڻي واري علم جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو آهي.) عقل روايتي ڪتابن جو، ممبر جو، واعظ جو، تہ عشق صوفي جو. عقل جيڪو نفرت سيکاري ٿو، عشق آڏو عاجز ٿيو پوي:

عشق جڏهن تيا آ اظهارا
گم هويا نڏهن عقل ويچارا
عشق ممبر چڙھ بنا واعظ
ويڙھ چلئي سڀ وهيان ڪاغذ
يج پري تيا علم سونهارا

جڏهن عشق آيو، تہ عقل پنهنجا ڪاغذ سهيڙي ڀڄي ويو، ۽ ممبر خالي ٿي ويو. عشق ان ئي ممبر تي چڙهي واعظ بنجي ويو.

ول ول مسئلي وعظ سڻيندئين
پنا عشق دا پڙهيا نهين
هٿ وچ تسبيح ڪرين طمع دي
من محبت وچ مڙهيا نهين
ٻڌ دستار ممبر تي ٻهندئين
چاڙهي عشق دي چڙهيا نهين

پيئڻ پيارڻ کان صوفين کڏهن به نه ڪنايو آهي. ٻئي جي اڪثر صوفي شاعرن لاءِ اهڙيون روايتون آهن، پر پوءِ ظاهري علم وارن انهن کي بدعت سمجهي، انهن روايتن جي ترديد ڪئي آهي. خوش خير محمد هيسباڻي ان معاملي ۾ پڻ بي باڪيءَ کليو کلايو اقرار ته ڪري ٿو:

برحق بدعتي آهيون موليٰ موالي تو سندا
سرڪي سوائيءَ جي پيئون
تڏهن صاف ٿئي سارو هيئون
هن ڪبف ۾ ڪو دم جيئون
تين عشق عقل جا سندا

خوش خير محمد هيسباڻيءَ ڪافيءَ جي صنف ۾، خمريات جي روايتي فارسي شاعريءَ واري موضوع کي آندو آهي. اهو تجربو، هيئت توڙي مضمون جي لحاظ کان هڪ انوکو تجربو آهي.

مئه دي نال جنهان مئه مٽي
تنهان نينهن نسنگ نباهيا
هڪ مئه مست ڪريندي بيخود
ڏوجهري ڪري دل ڪٽي
جنهن فرق فرعون پوڙايا
هڪ مئه تحت الثريٰ سڏيندي
ڏوجهي وصال جي وٽي
جنهن سوليءَ تي سر چڙهايا
هڪ مئه شرح منظور نه ڪيتي
ڏوجهي علم عقل هئه سٽي
عشق دا اپنا رايا

ظاهر جي پارسائن جي باري ۾ هو چوي ٿو:

اندر دل دي رکندئين غير
ڪاهي ڪون درويش سڏيندئين
سينا اپنا صاف نه رکندئين
ڍوندي اندر وچ رکندئين ڍير
باهر ڪون ول ڪيس مليندئين.

## خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي ٻولي:

صوفي خير محمد هيسباڻيءَ جي ٻولي سرائڪي ۽ اترادي آهي. هو پاڻ وچولي جو هو. پر هن جي لهجي ۾ هنڌ هنڌ اترادي اهڃاڻ ظاهر پيا آهن:

لڪين پوشاڪان پهرين تو
تہ بہ عشق چوي تو يار اڃهو

.... .... .... ....

مرد تي ميخاني ۾، آلا جي هينئون تون لنگهي

.... .... .... ....

پڙهين تو نمازون نفس لئہ من مون ملن حوران قصور

مٿي ڏنل سٽن ۾ ”پوشاڪان“،”صفان“،”هينئون“ ۽ ”حوران“ خاص اترادي لهجي جا اهڃاڻ آهن.

اترادي ۽ سرائڪيءَ سان گڏ، جيئن مٿي ڄاڻايو ويو آهي، تيئن ڪٿي ڪٿي هن جي ٻولي فارسيءَ جي اثر هيٺ آهي، ڪٿي وري هندي اثر قبول ڪيو اٿس. اهڙا مثال تورا آهن جو خير محمد هيسباڻيءَ ڏاريو اثر قبول ڪيو هجي. عام طور تي خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي ٻولي سادي، سلوڻي عام فهم، بامحاوري ۽ مترنم آهي. اهو ئي سبب آهي، جو سندس ڪافيون اڄ تائين عام مقبول آهن ۽ ٻهراڙين جي محفلن ۾ ڳايون وڃن ٿيون.

## خوش خير محمد جا گهاڙيٽا:

خوش خير محمد جي ڪلام ۾، ڪيترين ئي ڪافين جو گهاڙيٽو نرالو آهي .هن قافين جي ترتيب ۽ هڪ بند ۾ مصراعن جي تعداد ۾ ڦير گهير ڪرڻ سان ڪيترائي نوان نمونا ايجاد ڪيا آهن. قافيي جي نشست مان نرالي موسيقيت پئدا ڪرڻ خوش خير محمد جو خاص فن آهي:

پسي صورت جو سلطان همہ حيران لڳي
جن ملائڪ حوران پريون
هر هڪ تي حيران پڙهڻ سبحان لڳي.

هيءَ ڪافي، خير محمد جي مشهور ترين ڪافين مان آهي جنهن جي پران ڪيترن ئي شاعرن ڪافيون چيون آهن ۽ ان ٽيڪنڪ جي پيروي ڪئي آهي، جنهن جي ايجاد خوش خير محمد هيسباڻيءَ ڪئي.

هن ڪافيءَ ۾ هڪ رواجي قافيو آهي ۽ ٻيو اندروني قافيو، پر ٻئي قافيا ساڳيا آهن. اهو ڏکيو ڪم آهي جو سٽ جي وچ ۾ به ساڳيو قافيو هجي، تہ سٽ جي پڇاڙيءَ تي پڻ ساڳيو قافيو ورجائجي.

هڪ ٻي ڪافي آهي:

من موهيو تنهنجي تار، ميان مَ رُسي منگتو
گهر جيڪي گهرڻو هجئي ، موت نہ مڱڻهار
لائي جيءَ سان جنگ تو.

هن ڪافيءَ ۾ بہ بہ ڪافيا آهن، پر "منگتو" سان "جنگ تو" ۽ چنگ تو، جا قافيا ڏاڍا وڻندڙ ٿا لڳن .

هينيون ڪلام ڪافي-غزل ميل جي نموني جو آهي، ۽ ردم ، موسيقيت توڙي اندروني قافيي جي ڪري نہ فقط هڪ خاص قسم جي "لئہ" وارو ماحول پيدا ٿو ڪري، پر هڪ خاص موڊ پڻ تخليق ٿو ڪري:

اڄهو يار آيو اوهان چا ٿا ڀانيو
پياريو پياڪن صبح جو سوايو
صبح جو سوالي منگتو موالي
ڪڏهن ڪين خالي وٺان تو ورايو.

هينئينءَ ڪافيءَ ۾ رواجي Regular قافيو هر بند ۾ بہ دفعا ٿو اچي ـ قافيي جي ترتيب a a b b a a واري آهي ۽ وراڻيءَ (ٽل) سان بند جون آخري بہ مصرعون هم قافيہ آهن. رواجي طرح ٽل سان بند جي آخري هڪ مصرع هم قافيہ هئڻ ضروري آهي:

ساهڙ ريءَ منهنجي ڪانہ سري
پير پرت ريءَ ٻيو ڪير پري

لڳي اتر پوي ميءَ سيارو
اوچڻ عشق ريءَ پانئين ہيو بارو
لڙ لهريون جتان ڪن ڪري
گهور ڏسيون سي گهير گهري
ساهڙ ريءَ منهنجي ڪانہ سري

هن ڪافيءَ جو گهاڙيٽو بہ نرالو، وڻندڙ ۽ سهڻو آهي:

چٽي زلف اتي رخسار ميان
ڪيڏي ڪاڪل برهہ بزار ميان
مزگان مورچي بڌي صفان جوڙ ڪڙن
عاشقان نال امالڪ روز لڙن
چٽي نين نسنگ نروار ميان
ابرو سيف ستن ڏوپار ميان

انهيءَ ڪافيءَ ۾ بہ وراڻيءَ (ٽل) کان اڳ اچڻ واريون بہ مصراعون وراڻيءَ سان هم قافيہ آهن.

هينئنءَ ڪافيءَ جو گهاڙيٽو تہ بنہ نرالو آهي. هر بند ٽن مصراعن جو آهن. ماترائن جو تعداد پهرينءَ کان ٽينءَ مصرع تائين ترتيب وار گهٽبو ٿو رهي ۽ اهڙيءَ طرح هڪ عجيب لطف ڏيندڙ ۽ مترنم صنف ايجاد ٿي پيئي آهي:

آيا رهبر اڄ رات
موري گهر شاديان
ڏونهين جهانين وچ نہ لين
درنہ جيهي درجات
عشق آباديان
نال عشاقان ناز ڪريندئين
لنہ تراني لات
مئن مرجانداڀان.

هينئين ڪافيءَ ۾ بہ هڪ نئون ردم آهي. اهو نئون ردم، رڳو گهاڙيٽي ۽ قافيي جي ترتيب جي فنائتي استعمال جي ڪري آهي:

قدم كڏاوي دار تي چڙهاوي
جوئي ڪوپا جوان سوئي سر سبحان
ممڪن هئه امڪان جنهيندا
مڪان هئه لامڪان تنهيندا
منصب پاوي آوي جاوي
سرت رکي سيلان
سوئي سر سبحان

نانڪ يوسف وانگر، خير محمد هيسباڻيءَ وٽ بہ نرت تال (Dancing Tune) موجود آهي، جنهن جي اچارڻ سان ئي ناچ جو تصور ابري ٿو اچي:

سمن تي سارنگ آيا هئہ
محفل سڀ موجود مهيا
بجليان وهہ برساتان لايا
تا تا ناچ نچايا هئہ
نال تماشي تيا تيا.

خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي هڪ ڪافي اهڙي آهي، جنهن کي ”ڌمال ڌن“ چئي سگهجي ٿو. ان ڪافيءَ ۾ قلندر شهباز جي درگاهہ تي ٿيندڙ ڌمال جي موسيقيت، لئہ ۽ ردم کي لفظن جي اچارڻ سان واضح ڪيو ويو آهي.

اچي حاضر حسيني تي قلندر لعل مروندي
صدا صوفيءَ جي مچ مولا پسايو پرت پيوندي
توکي چوطرف چوڏاري نمي تي هند سنڌ ساري
ڪابل ڪشمير قنڌاري، بلخ بيحد سمرقندي

اها ڪافي، ڳائي بہ ڌمال ڌن تي ويندي آهي، پر لفظن جي اچارن، بحر وزن، توڙي ”ڌ“، ”د“، ”ض“، ”ل“ جي اچارن جو ورجاءُ، نغاري جي وڄت سان مليو اچي ۽ هڪ وجداني اثر قائم ٿو ڪري.

## خوش خير محمد هيسباڻيءَ جا صوفياڻا ڪردار:

خوش خير محمد هيسباڻيءَ، سنڌيءَ جي صوفياڻي شاعريءَ ۾ سچل سرمست کان پوءِ هڪ نئون ورق ورايو. هن سنڌ جي عظيم

صوفي شهيد، شاهه عنايت جو نالو ڪٺي ذڪر ڪيو آهي ۽ ان ڪي وڏو خراج تحسين پيش ڪيو اٿائين. ان مان ظاهر آهي، تہ خير محمد ڪي سنڌ جي تاريخ جي پوري ڄاڻ هئي ۽ هن عظيم شهيد لاءِ بي پناهه عقيدت هيس.

سچل سرمست بعد خير محمد هيسباڻي پهريون ئي شاعر آهي، جنهن سڌو سنئون نالو ڪٺي، شاهه عنايت شهيد ڪي ڳايو آهي، نہ تہ هن ڪان اڳ سنڌي شاعريءَ ۾، فقط اشارن ۾ هن شهيد جو ذڪر ايندو هئو.

ساڳي ئي ڪافيءَ ۾، خوش خير محمد سنڌ جي هڪ ٻئي عظيم صوفي شهيد مخدوم بلاول جو بہ ذڪر ڪيو آهي، ۽ ان سان گڏ، فارسي شاعريءَ جي مروج صوفي ڪردارن، توڙي ٻين صوفي ڪردارن جو نالو آندو اٿائين، پر سڀ ڪان اول ذڪر شاهه عنايت شهيد جو آهي:

عشق اهيندي عجب تماشي سوليءَ تي سلطان پڇو

| | |
|---|---|
| شاهه عنايت سخن سچارا | جنهن سر ڪيتا عشق امارا |
| حيدر دا هئہ حر پيارا | سر نيزي نيشان پڇو |
| شوقئون شيخ عطار ڪهايس | سرمد دا سر ڪيوين ڪپايس |
| شمس ملين دي هٿئون مرايس | مست ساري ملتان پڇو |
| گهاڻي وچ بلاول پيڙيا | برحق ڏاڍي برهہ پڪيڙيا |
| تنهن ڪون وانگر تيل تہ پيڙيا | خوش خبر جولان پڇو |
| غلام احمد گل مولائي | وحدت دا وڻجارا جائي |
| ڏي سر صوفيءَ سوڀ ملهائي | قابل ڪوهستان پڇو |
| بسطامي سر برهہ باراني | ذات نور نوراني |
| سارا هويا سر سبحاني | عاشق اعظم شان پڇو |
| عشق اچانڪ پاتي جهاتي | ڪيڏي ڳيان بانگ صلاتي |
| جم ملامت سر تي چاتي | ڳل جٽيا صنعان پڇو |
| شاهه منصور ماريا نعرا | چڙهہ سولي تي ڪيتس نظارا |
| ويکڻ آيا عالم سارا | سر غازي گهمسان پڇو |
| خوش خير محمد ڪيا ليک سٽينا | ڪوڙين عاشق قتل ڪريندا |
| تنهن سوا تعزير ڏوينڊا | برهہ خبر برهان پڇو. |

متين كافيءَ ۾ خوش خير محمد، شاهه عنايت ۽ مخدوم بلاول سان گڏ، سنڌ سان واسطو رکندڙ هڪ ٻئي صوفي شهيد سرمد جو پڻ ذڪر ڪيو آهي. ان کان سواءِ شيخ عطار، شمس تبريز، غلام احمد، بايزيد بسطامي ۽ منصور حلاج جو پڻ نالو آندو آهي. فارسي شاعريءَ جي تاريخي صوفي ڪردارن کي سچل شاعريءَ ۾ آندو، جتان ٻين شاعرن اثر ورتو.

خير محمد هيسباڻيءَ منصور حلاج جي باري ۾ هڪ ڪافي لکي آهي، جنهن جو موضوع ۽ مضمون، ڪافيءَ جي هيئت ۾ قصيدي وانگر آهي:

هو مالڪ مختيار بيشڪ سالڪن سرتاج هو
سي پيا سوري چون منصور لئه معراج هو.

## خوش خير محمد جي صوفياڻي رومانويت:

خوش خير محمد جي شاعريءَ جو مجموعي تاثر "رومانويت" آهي. پوءِ اها ڪهڙي به موضوع تي لکي ويئي هجي، ڪهڙو به مضمون هجي، خوش خير محمد کي ان کي رومانوي انداز ۾ بيان ڪرڻ جو ڏانءُ آهي. تخليق جو عمل، جيئن مذهبي ڪتابن ۾ آيل آهي، ان کي شاعريءَ ۾ هڪ خوبصورت نموني ۾ بيان ڪيو پئي ويو آهي.شاعرن وٽ ان عمل جو پسمنظر شاعراڻو آهي، ته صوفين وٽ صوفياڻو. خوش خير محمد جڏهن به تخليق جي عمل کي ڇهي ٿو، ته ان کي پنهنجي مخصوص اسلوب "صوفياڻي رومانويت" جي رنگ ۾ رڱي ٿو ڇڏي:

سمجهڻ رمز عمل هئه خاصي
نقش تي عاشق آپ نقاشي
واهه مصور واهه تصويران
واهه تحريران واهه تقريران
واهه واهه چٽڪيان برهه بجيران
منهن مصحف جدول حاشي.

مصور پنهنجي تصوير تي پاڻ عاشق ٿيو پوي، مصور بہ سهڻو آهي تہ تصوير بہ.

هڪ ٻي ڪافي:

جوڙ مصور صورت ڪون مٽ خاڪ وچون ڪيتا موجود
بوتي دي وچ پَوَڻ پوڻ ڪون
ساز ٿئي هن سڀ سرود-

هيءُ بہ تخليق جي عمل جو رومانوي اظهار آهي. مٽيءَ مان آدم نهيو. ان آدم جي بوتي ۾ "نفخت فيہ من الروحي" موجب "پوڻ" يعني هوا ڦوڪي ويئي، تہ ان مان ساز سرود جا آواز اچڻ لڳا، جيئن ڪو بيجان مٽيءَ جو ساز (مثلاً پوڙيندبو) هوا پوڻ سان موسيقيءَ جا مڌر سُر ڏيندو آهي، تيئن آدم جي بي جان بوتي ۾ جو هوا ڦوڪي ويئي، تہ اهو ساز سرود وانگر وڄڻ لڳو. اهو آهي تخليق جي عمل جو رومانوي اظهار، جيڪو خاص طرح خوش خير محمد هيسباڻيءَ جو ئي ڏانءُ آهي.

جسم ۽ اسم _ "نامن روپا" جو مانداڻ _ هڪ ازلي پيچيدو سوال آهي، جيڪو قديم هندو فيلسوفن کان وٺي، اڄ تائين هلندو اچي. خوش خير محمد وٽ ان خشڪ فلسفيانہ موضوع جو وڻندڙ رومانوي اظهار آهي:

هشيءَ ڪيئي حيران
اوٽ ڪيئي ڪيئن جسم اسم ڪي
ونحن اقرب پاڻ چيائين
تون تو تڪين آسمان
اوڳا چڏ ان ريت رسم ڪي

اها صوفياڻي رومانويت هينئين ڪافيءَ تي شروع کان وٺي آخر تائين غالب آهي.

پنهنجو نينهن اچي نروار ڪيئہ
سر عاشقن جي اظهار ڪيئہ

اڳتي هلي هن ڪافيءَ ۾ آدم، حضرت موسيٰ جو "ارني" ۽ "لن تراني" وارو قصو، بيبي زليخا جو سوز، حضرت ابراهيم،

سرمد، شمس، عطار_ سيني جو هڪ وڻندڙ رومانوي اسلوب ۾ ذڪر آهي ۽ آخر ۾:

آئين صورت جو سينگار ڪري
پنهنجو پاڻ ڏسڻ لئہ پير پري
تنهنجي سير بنا پلا ڪيئن سري
تنهنجو درسن سڀ ديدار ڪيئہ

خوش خير محمد جي صوفياڻي رومانويت، مذهبي اصطلاحن جي خشڪ ۽ بي رنگ اصطلاحن ڪي پڻ رنگيني ۽ جاذبيت ڏني آهي. عيد هجي يا حج، حرمين هجي يا ڪعبو يا قوسين - اهي سڀ اهڙا لفظ آهن، جيڪي مذهبي ماڻهن جي واتان ٻڌبا آهن. خير محمد هيسباڻيءَ جي فن جي ڇهاءَ سان اهي لفظ معنيٰ جا نوان نڪور، دلڪش ۽ رنگين لباس تا پائين ۽ اهڙن لفظن مان بہ عشق، محبت ۽ رومان جي رنگيني جهلڪا ٿي ڏئي:

ابرو ديک عشاقان عيد ڪيتي هئہ
حج ڪهون يا حرمين ڪهون
تن من ڪرن طواف تهيندا
ڪعبہ ڪهون يا قوسين ڪهون.

ساڳيءَ طرح "احمد" واري عام صوفياڻي موضوع ڪي بہ نئين رنگ ۾ آندو اٿس:

احمد ڪي اوهين احد سڃاڻو
ميم واري اتو مام
ميم منجهئون جي مست ٿيا
جنگ پري پي جام

ان ڪافيءَ ۾ احد ۽ احمد واري مشاهده، حق جي گفتگو بہ باده و ساغر جي اشارن ۾ ڪيل آهي.

"مولود" يا نعت جو مضمون بہ خوش خير محمد جي ڪلام ۾ رنگيني، دلڪشي ۽ رومانويت سان پريل آهي:

رخ رانجهن ماهہ منير هويا
ساڏا دم دم ساهہ سڌير هويا

شهنشاهه سخن سلطان آيا
جنهن دي شان وڏي فرقان آيا
ساڏا روز حشر دا زمان آيا
جنهن دا نام محمد مير هويا

تيزي خاڪ پيران دي خاڪ ٿيوان
اها خاڪ چمان هوشناڪ ٿيوان
مني محبت وچ مشتاق ٿيوان
تيڏا عشق اعلىٰ اڪسير هويا

خوش خير محمد هيسباڻيءَ، هيٺينءَ ڪافيءَ ۾، مجاز کي حقيقت سان رلمل ڪري، هڪ عجيب رومانوي ڪيفيت پيدا ڪئي آهي. ان ڪافيءَ ۾ جي جبريل جي سلام پيغام يا احمد عربيءَ جو نالو نه هجي ها، ته اها ڪافي مجازي رومانويت ئي ڀانئجي ها، پر هتي، خير محمد هيسباڻيءَ نبي ڪريم ﷺ جي تعريف تي به مجاز ۽ رومانويت جو رنگ چاڙهي ڇڏيو آهي:

سهڻي صورت ويک سبحان کهون
اي جهان سارا لا مکان آيا

جبريل سلام پيغام ڏيندا
اسان ڪلام اتي اسلام آندا
ڪنهين وحي دي واتون ڪونه سڻيا
احمد عربي دي ذوق زبان آيا

اس بيرنگ دا ڪوئي رنگ ڀي هئہ
جنهن جنگ عشاقان خدنگ جهلئي
مزگان تير نينان ڪي ئي وير مارن
ابرو قوس قزح دي ڪمان آيا

خوش خير محمد اي سر گهول ڪري
جڏان ٻول جاني گهنڊ ڪول ڪري
ڪر اسم جسم دا ترڪ ڏوهين
اي گفتہ غيب اللسان آيا

انهيءَ ڪافيءَ ۾، عشاقن جي خدنگ جهلڻ، مزگان جا تير، ابروءَ جي اندلٽ ۽ مٺي محبوب جو گهنڊ ڪولي ٻہ ٻول ڪرڻ جي رومانوي موضوعن ۾ احمد عربي ۽ بيگرنگ، ازلي حقيقت ۽ غيب اللسان جو بہ ذڪر آهي.

خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي هينئنءَ ڪافيءَ ۾، رومانويت ۽ رجز ٻنهي جو سهڻو ميل آهي: ان ڪي رجزي رومانويت (Epic Romanticism) چئي سگهجي ٿو.

ڪنهن شوق تماشي شاھ آيا
سامان سوڊا باسپاھ آيا
ٻڌ سورچي آ ميدان مڙن
چوطرف نينان دي ٻاڻ لڙن
اڳون شير دلبر ڪي خان ڪڙن
ويڪو بانڪا بيپرواھ آيا

هن ۾ مورچا، ميدان، ٻاڻ، سپاھ سڀ موجود آهن، پر ڳالھ آهي پرينءَ جي.

سيني صوفي شاعرن وانگر، خوش خير محمد جي شاعريءَ ۾ انسان دوستيءَ جو اٿاھ سمنڊ ڇوليون هڻي رهيو آهي. هن جي محبت، رومان، توڙي تصوف جو مرڪزي نقطو "انسان" آهي. خوش خير محمد جي سموريءَ سوچ جو نچوڙ آهي انسان جي عظمت. هن جي سڄي لوچ انسان ڪي سڃاڻڻ لاءِ آهي. انسان، جيڪو عظيم آهي، بلند آهي، ازلي ۽ ابدي حقيقت سان رلمل آهي.

رب سڃاڻڻ سهنجو ٿي
پاڻ سڃاڻڻ اهنجو ٿي
خوش خير محمد خيال وحدت وارو
جاڏي ڪاڏي نينهن نظارو
سارو طلسم تنهنجو ٿي

انسان کي خدا جو عرفان حاصل ٿئي، اهو ڏکيو ناهي، پر انسان لاءِ پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ ڏکيو آهي. انڪري، جو هو پنهنجي عظمت کان بيخبر آهي، نہ تہ هي سارو طلسم سندس ئي آهي.

سير وسر ڳيا لا مکاني دا
جيوين عشق صورت انسان ڏنم
عشق گهتيا وچ آڻ ڪفر دي
ڪم نہ ڄاڻي مسلماني دا
ڳل جڻيا صنعان ڏنم
خير محمد خوش هر مظهر وچ
اتم هويا انساني دا
نقش اهو نيشان ڏنم

هن جي لاءِ انسان عظيم آهي. انسان ۽ انسان جي وچ ۾ ويڇو هن جي لاءِ ڪفر جي برابر آهي. عشق دين مذهب نٿو پڇي. "ملت عشق از همہ دينها جدا ست" وانگر:

ڪوڙ ڪسب نهين ڄاڻندا
عشق اويڙا _ برهہ پليرا
نفل نمازون ورد وظيفي
تال تعصب نهين ڄاڻندا
عشق اويڙا _ برهہ پليرا
ڪڏهين هندو ڪڏهين مسلم
دين مذهب نهين ڄاڻندا
عشق اويڙا _ برهہ پيلرا

خوش خير محمد هيسباڻيءَ وٽ انسان هڪ رومانوي حقيقت آهي، جنهن جي ڳولا ۾ مذهب ۽ فلسفا، جڳ جڳ کان ڦرندا رهيا آهن، پر خوش خير محمد جي صوفياڻين اکين پرکي ورتو آهي تہ:

لکين پوشاڪان پهرين تو
تہ بہ عشق چوي تو يار اجهو

۽ انهيءَ انسان جي عظمت جي حقيقت کي، هڪ هنڌ بي باڪ نموني ۾ ظاهر ڪندي چوي ٿو ته:

خير محمد پڙهه خطبو
ساري خلق خدا تي

خوش خير محمد هيسباڻيءَ جي ڪلام جو اڀياس ڪندي معلوم ٿئي ٿو ته هن شاعر جو ڪلام، سچل سرمست بعد سنڌي ۽ سرائڪيءَ جي بهترين ڪافي چوندڙ شاعرن، بيدل، حمل ۽ مصري شاهه کان جي اڳيرو ناهي، ته به ساڳي سطح جو ضرور آهي. سندس ڪلام جون کي خوبيون ڪيس ڪافيءَ جي شاعريءَ ۾ متاهين مقام تي رکڻ لاءِ مجبور ڪن ٿيون.

-------

دلبر لايون دوست تون پويان نہ كر پير
ميان! ملاقات جي هينئڙي پيچ نہ هير
ڳنڍي سڄڻ! كر ڳالهيون تون ٻيا وجهہ نہ وير
توسان ريڌم روحڙو نہ تہ ٻيا ماڻهو ٻہ ڍير
سك گهمائي سير، نہ تہ هركو خوش خير محمد چوي

❊ ❊ ❊

جانب جدائيءَ جو مون كي سهڻل ڏاڍو سور
جيرو جان جليو وڃي جڏهن پوي پور
ائين سينو سارو سوز ۾ جيئن تپي تنور
هڪ اولا ٻني عشق جي وڃي شرم شعور
هڪدم هوند حياتي وڃي نہ تہ مرڻ آهي سرور
توريءَ اهڙو كيس كلور، نہ تہ هر كو
خوش، خير محمد چوي

❊ ❊ ❊

جان جدائيءَ جو مون كي ڏاڍو آهہ عذاب
ساعت ساعت سڄڻ ٿيون اكيون هارن آب
لالڻ لاچاريءَ كان ٿيون ڏين عجيب عتاب
ماندي هت مري تي تنهن ڏي مكئي كونہ جواب
خير محمد خوش خواب، كيئن ويچارن وڃڙين اڇي؟

❊ ❊ ❊

وڻ مان پن كري پوي تنهنجي ڳنڍڻ ڳوري ڳالهہ
شيشو ڇيهون ٿي پوي كڏهن نہ اڇي سال
دوست لهي وڃي دل تان توڙي ڳڏيو وتي نال
پرجهي پرت پال، متان خم پوي خير محمد چوي
جڏهن نانهہ نہ هئي نروار، تڏهن آنهہ رهي ٿي عدم ۾
نكو ساز سرود هو نكا تند تنوار
ماٺ گهٽي محبوب كئي ڏينهن ٻہ ٿي كي چار

پوءِ آدم جو اولو ڪري اچي تو اظهار
سر ٻڌي دستار، آيو چيرو چوگان ۾

❊ ❊ ❊

جڏهن نانهہ نہ هئي نالو، تڏهن آنهہ رهي تي عدم ۾
حنبلي شافعي مالڪي حنفيءَ ڪان حل نہ تيو مسالو
رڪي چئنچل چالو، آيو نانهہ منجهان آنهہ تي

❊ ❊ ❊

ڏس آنهہ سندي عبرت، جو نانهہ منجهان نروار تي
پاڻ پسڻ جي پرينءَ ڪي تي من اندر محبت
جوڙيو ڀهڳڻ ٻيائيءَ جو ڪايو منجهہ ڪثرت
جت وصل وحدت، تت آنهہ نہ نانهہ ڪا

❊ ❊ ❊

جڏهن نانهہ نہ هئي ڪائي، تڏهن آنهہ رهي تي عدم ۾
جوڙيو ڀهڳڻ ٻيائيءَ جو ڪايو ۽ ڪائي
احد منجهان احمد تيو صورت سيائي
نوشهري ۾ نروار تي خبر خدائي
وحدانيت ويڙهي ۾ نہ ٻانهپ نہ ٻيائي
ڪر جسمون جدائي، خوش خير محمد خيال سان

❊ ❊ ❊

آهي سڀ اثبات، مگر نفي هن نام جو تئي
وحدت ۽ ڪثرت جي لاشڪ آهي لغات
هن جيفي[1] سندي جنگ جي سالڪ سمجهن بات
هن فنا بقا جي فن جي ڪي طالب مڃن تات
ڪر صحيح ذات صفات، خوش خير محمد خيال سان

❊ ❊ ❊

[1] لدّنيا جيفةٌ وَ طالِبُها ڪِلابٌ = دنيا ڊوني، طالب ڪتا حديث

پسو جيئن پاڻ، هر رنگ ۾ رلجي وڃي
طالب كي مطلوب جي اها اهڃاڻي
سمجھ دل سياڻي، خاصن جي خير محمد چوي

❊ ❊ ❊

خوش خير محمد خواب ۾ عمر تي وڃي
اها پت هئڻ جي پورا كري پڇي
اڃا بہ تو سڃي، هو صوفي سير لنگھي ويا

❊ ❊ ❊

صورت پنهنجي سهڻا تون ڏرتيءَ جھڙي ڏار
كيڙو پنهنجي كاوڙ جو محكم كري مار
مانجھي من پنهنجو اڃو كري اڃار
هٿ ڇڏي هيناهين گھرائيءَ ۾ گھار
اكر رك هكڙو پيا ورق سڀ وسار
تہ پوءِ خير محمد پار، پرين نينڊءِ پاڻ سين

❊ ❊ ❊

پرين نينڊءِ پاڻ سان ڇڏ هڏي واري هوڏ
چار ڏهاڙا تي جوين پوءِ پري تيندي پوڏ
خير محمد چوي لوڏ، وڻئي نہ ويڙهيچن كي

❊ ❊ ❊

وڻئي نہ ويڙهيچن كي لوڏ تنهنجي لٽ
پني تو پينانگن جيان هر هر وڃي هٿ
موركر پنهنجي مالك كي تو گھر گھر كرين گھٽ
خير محمد چوي نہ لٿ، آئيندو اندر جو

❊ ❊ ❊

آئيندو اندر جو سدا رك صفا
روشني تئي روح كي جانب ساڻ جفا
خير محمد نفعا، كوڙين ملني قيمتي

❊ ❊ ❊

كوڙين ملني قيمتي سر جو سانگو ست
كلمي جي كهاڙي سان كوڙ پنهنجي كي كٽ
مير اتئي سن ۾ پاڙ تنهين جي پٽ
خير محمد جهٽ، هوت ملئي هنج ۾

* * *

هوت ملئي هنج ۾ جاءِ اهڙي جوڙ
تانءُ رک تانهر جو ٻيا ٽيڙا سيئي ٽوڙ
وٺ راهہ رب جي منهن نہ كاڏي موڙي
توكل رساوئي توڙ، خوشي سان خير محمد چوي

* * *

# سنڌي ڪافيون

رب سجاڻ سهڻو تي
پاڻ پروڙڻ اهڙو تي

دمدم دلبر وسي تو ويڙهي
ونحن اقرب ساهه کنون نيڙي
وڃئون پردو پنهنجو تي

سمجهه صحيح ڪري يمشي ينطق[1]
پڙهه تون محبت وارو منطق
يسمع يبصر[2] ڪنهن جو تي

تسبيون[3] تال پڙهين هر هر هو
الانسان سري و انا سره[4]
فرق نه هڪ تر تنهنجو تي

خير محمد خيال وحدت وارو
جاڏي ڪاڏي نينهن نظارو
سارو طلسم تنهنجو تي.

* * *

---

[1] گهمي ٿو، ڳالهائي ٿو.
[2] ٻڌي ٿو، ڏسي ٿو.
[3] تسبيحون _ مالهائون.
[4] انسان منهنجو ڳجهه آهي ۽ مان سندس ڳجهه آهيان. (قدسي حديث)

هستيءَ ڪيئي حيران
ڪيئن جسم ڪيئي اوٺ اسم ڪي
ونحن اقرب پاڻ چيائين اجا تڪين آسمان
اوڳا ڇڏ انهيءَ ريت رسم ڪي
وفي انفسڪم سمجهه اشارو اهو اٿئي عنوان
طالب گم ڪر هر طلسم ڪي
ذات صفات ۾ آهي رلمل صورت جو سلطان
الف گم جيئن پيچ بسم ڪي
خوش خير محمد هر حال ۾ حاضر ائين آهي انسان
ڪير صحيح ڪري هن قسم ڪي



رند روز شب آهن سدا وحدت جي واديءَ ۾ غرق
ڪوڙين ڪتابن جو پڙهين تہ بہ آهہ هن هن ۾ فرق
تن ڪي نصيحت ڇا ڪندي ڄاڻن ٿا هڪ نيڪي بدي
هيءَ ڪا رسم آهي رندي اصلوءَن ملامت جن مرڪ
ڪرين محتسب تون ڪيترو عاشقن ڪي وعظ ايترو
ناهي تنين تر جيترو لعنت ۽ رحمت جو فرق
آزاد ٿيا هن اجر ڪان روزي نماز جي فڪر ڪان
خوف ۽ رجا جي خطر ڪان توحيد ريءَ ڪن ڪل ترڪ
عشق ڇا ڄاڻي ايمان مان ڇا نفعي ڇا نقصان مان
ڇا مسجد ۽ بتخان مان ٿيو درس خاصي ۾ درڪ
گمراهہ ڄاڻڻ غير آ صوفيءَ جو سڀ ۾ سير آ
آهي قسم بيو ڪير آ سوليءَ چڙهي پڙهہ هي سبق
خوش خير محمد ڄاڻ تون پنهنجو نہ آڇج پاڻ تون
صورت صفاتي سڄاڻ تون پير مغان هادي آ حق



ڪير الله بنا چوي آن
اها ڳالھ عقل جي ناهي

جنهن صورت منجھ سجاتو
پيچين طلسم چاڙ اهو چاتو
آءٌ پيرين تن جي پوان

ڪونهي عشق جو انت بياني
ڪل يوم هُوَ في شاني
نِت نِت جوش نوان

گم تي غازي پاڙ سجاڻج
اها آءٌ انهيءَ جي جاڻج
ڪن عاشق سڌ سوان

خير محمد خوش نينهن نظارو
ڪيڏو ڪرين تو پرن پسارو
پڙھ برهين باب روان

* * *

جيڪي غير چون سو تہ غير چون
جهاتي پائي ڏنم سڀ هڪ سير آهي

هر مظهر ۾ ذاتي آيو
ڪنهن شعلي شوق بن صفاتي آيو
اولي آدم جي احمد سڏايو
سمجھ سالڪ انهيءَ ۾ نہ ڦير آهي

ڪٿ عبد چون ڪٿ رئيس ميان
ڪٿ خام چون ڪٿ خبيث ميان

ڪٿ هادي چون جرجيس ميان
ڄاڻي نور صفا نہ من مير آهي

ڦريا عشق عجب لڪ ويس ميان
ظاهر باطن دل جو ديس ميان
الٽو پيد اعليٰ اويس ميان
سڀ ڪي مولا ڄاڻي ٻيو ڪير آهي

خوش خير محمد هر جا خان ميان
بيچون مثل بي نشان ميان
ڏنو سي سڀ مخفي عينن عيان ميان
صورت ساڳي حيدر شير آهي

❊ ❊ ❊

طالبن توحيد جي آندي خبر خاصي ڪري
سر عشاقن کي عيان جيڪي ڏسن جيئري مري

نصرمن الله چئي چڙهيا حملو ڪيائون حيدري
محبت واري ميدان ۾ ڪٽي عاشقن جنگ اڪبري

دوئيءَ سندي ديوار کي تهدل هٽن طالب تري
پڇي ڪفر جا ڪوٽ ڪل مجين دين هڪ پيغمبري

اصل مان آهي نقل تيو کولي ڏسو دل جي دري
صورت منجهان مورت بني آهي اتم مظهر انوري

ڏني دوست تن جي دست ۾ ساري ملڪ جي سروري
تيا خاص تنهنجا خدمتي جن و بشر حوران پري

خوش خير محمد خيال ۾ ڪثرت مان ٿي وحدت وري
پير مغان هن پنڌ ۾ ڪئي راهه حق جي رهبري

❊ ❊ ❊

فنا جا هاڻي فڪر وياسي
موتو قبل مري جياسي
اچي تيو اثبات اڪين ۾
لا واري حد لنگهي پياسي
نسنگ نالو هڪ ورتوسي
بيا نالا سڀ نفي ڪياسي
خوشيءَ پنهنجي خاڪ رلياسي
نہ تہ آدم ڪان اڳ هياسي
خير محمد خوش خيال نہ ڪوئي
رمز روحيءَ ۾ اچي رلياسي

❊ ❊ ❊

محبت ميدان ۾ عاشق ڪوڙن تا نينهن نيشانا

جوڙي جٽيا جهنڊين پاتا نيائج نينهن جا ناتا
حسن شعلات حق چاتا ٻڏن مر عشق ٻگل ٻانا

برهہ بيشڪ برن باهيون امالڪ تا اچن ڪاهيون
سورهہ سر جا سانگا لاهيون شمع جي شوق پروانا

ڪڏهن منصور نہ مڙيا چلي چوڏول تي چڙهيا
ثابوتيءَ جا سبق پڙهيا سوري تن سيج سامانا

لگن تان ڪل لهرائي ردا تو راز پهرائي
سورهہ تو سوڀ ساراهي عاشق ڪن عشق افسانا

پين پر جام ڪيو جنگ تا ويڙهي وحدت ونن لنگ تا
وجهن واهہ وجد جا ونگ تا ملهائن مرد مئخانا

خوشيءَ سان خير محمد سڻ مردن مذڪور ٻالهيون ڳڻ
وڪون وحدت واريون ڪڻ ٻولج اهي درد داستانا

❊ ❊ ❊

عشق اچي مون سان ڪيون ڳالهيون
ڏسڻ نہ جهڙيون سلڻ نہ جهڙيون
هر دوجهان جي حجابن واريون
سڀ پڌر اچي پيون
علم عقل جون اڳ ٻڌيون سي
نينهن سٽايون نيون
حسن جون فوجان سر عشاقن
اچن امالڪ ڪنيون
خوش خير محمد قبل ماضيءَ جون
وحدت ۾ سڀ ويون

❊ ❊ ❊

سر آدم اصلي چاهي
هيءَ ڪل نہ آهي عام ميان
جيڪي آدم ڪي اچي ڏسڻ ۾
لا اهو نہ تي لاهي
ذات ڪي پاڻ ئي ذات چڪي تي
سڪ منجهان ساهي
سوريءَ بنا هي سر نہ سلجي
ڪوئي سر سنباهي
خوش خير محمد ناهي ڳالهہ عقل جي
عشق عبرت آهي

❊ ❊ ❊

ريءَ عدم وجود ڪو آهي
جنهن ڪي لام نفيءَ نتو لاهي
آهي آدم ۾ اسرار اهو
ڪري طالب ڪو تڪرار اهو
چو تہ عام چوڻ جي رسم ناهي
مورون ناهہ فنا جو فڪر جتي

سي آهه بقا جو ذڪر جتي
جيئن سخن چڪيو منصور ساهي
تڪو وحدت جو درياهه وهي
تي گم غواصي لعل لهي
بي پوءِ تي ڪنڌي پئو منجهه ڪاهي
جڏهن اسم جسم بئي گم ٿيا
تڏهن اربع عناصر ٿم ٿيا
وچون خير محمد تنهنجو ويو چاهي

❊ ❊ ❊

احمد ڪي اوهان احد سڃاڻو
ميم واري اتو مام
ميم منجهان جي مست ٿيا
جڻگ پري پي جام
ميم منجهان معلوم ٿئي
ٽوڙيو دوئيءَ جا دام
احد اچي اثبات ٿئي
لا جي ڪپي ڏسو لام
سڪ سان ڪٽي آيو سڪندر
پاڻ پنهنجا پيغام
خير محمد خوش ٿيا سي
جن جو عشق امام

❊ ❊ ❊

احد منجهان تي احمد آيو
پهري ميم سندي پوشاڪ
جنهن جي نور ظهور ڪيو

ارض و سما افلاڪ

مٿي تي محبوب جي سونهين
سهڻو چٽ لولاڪ

پسي حسن پنهنجو
موٺي تيو مشتاق

خير محمد آ خوش تيو
وحدت جا ٻڌي واڪ

* * *

ڪڏي قدم ڪايا ڪئون ٻاهر ڪر
تڏهن هر جا ايندءِ حق نظر
شيش محل ۾ شاهه تو ٻولي
ڏس اندر جون اکيون کولي
خاڪي بنگلي جو اٿي نام بشر
ڪو ڇا ڄاڻي عشق اشارت
دم دم ڏئي تو برهه بشارت
هي سمجهي سو جنهن کي نور بصر
معنيٰ ذاتي صورت صفاتي
لام نفي، ڪيو الف اثباتي
ڳالهه ڳجهي پئي پرت پڌر
خوش خير محمد خبر هيءَ تازي
راضي رهين توڙي بيراضي
قصا ڪين ڪندا ريءَ عشق اثر

* * *

پنهنجو نينهن اڇي نروار ڪيئي
سر عاشق جي اظهار ڪيئي

اول ظهورو آدم ڪيئي
جنهن جا ملڪ فلڪ سڀ خادم ڪيئي

كيڏو كاڻ داڻي جي اگر كيئي
كڏي بهشت منجهان بيزار كيئي

كڏهن احدؤن عبد سڏائين تو
بلا ميم[1] جا حكم هلائين تو
اها نوبت نينهن وڄائين تو
هر مظهر ۾ مختيار كيئي

كڏهن ارنيءَ[2] جا آواز كرين
كڏهن لن تراني[3] ناز كرين
سڀ سوز درد لئہ ساز كرين
كيڏو طالب سان تكرار كيئي

كڏهن ذوق زليخا ماڻين تو
ساڳي صورت پاڻ سڃاڻين تو
اها چاڻ ڍولڻ سڀ ڄاڻين تو
كيئن بردو منجهہ بازار كيئي

شاهہ سرمد شمس عطار جيها
كيئي تن سان تماشا يار كيها
كيا وحدت جا واپار كيها
منصور سوليءَ تي سوار كيئي

جت محبت جا تا مچ برن
اتي خاص خليل الله[4] گهرن

[1] انا احمد بلا ميم = مان احمد سواءِ ميم (احد) آهيان.
[2] ربّ ارني- "رب پاڻ ڏيكار مون كي"، حضرت موسيٰ عليہ السلام جا الفاظ.
[3] "هرگز نہ ڏسي سگهندين مون كي"، الله تعاليٰ جو جواب
[4] خليل الله - الله جو دوست، حضرت ابراهيم عليہ السلام

سچا كين منجهان آڙاھ اڙن
كيئن نار منجهان گلزار كيئي

آئين صورت جو سينگار كري
پنهنجو پاڻ ڏسڻ لاءِ پير پري
تنهنجي سير بنا پلا كيئن سري
پنهنجو درسن سپ ديدار كيئي

خوش خير محمد خيال خدائيءَ جو
ٻن پيڙو كال ٻيائيءَ جو
رک خيال همئہ هيكڙائيءَ جو
ويڙهي وحدت جو واپار كيئي

❋ ❋ ❋

عشق تنبو طولان كٽي آٽي كوڙيا
سوز درد سامان آٽي جنگ جوڙيا
عشق حسن كري حملا آيو
سڌڙين پهرين ست سڌايو
كپي بينا خان نہ تن منهن موڙيا
عشق چيو كوڙا كڏهن نہ اڙندا
لاشک عاشق مون سان لڙندا
جوش كري جولان وري مون تي ووڙيا
محبت مچ ڏسي نہ مڙيا
كامڻ لئہ كوري ۾ گهڙيا
ڏس پتنگ پروان شمع تي دوڙيا
خير محمد خوش جان جلائج
جيري مري ميدان ملهائج
نكري تي نيشان كري لس لوڙيا

❋ ❋ ❋

نينهن پڙهائي نماز
عشق تي آيو امام اسان جو
حضرت عشق اسان جو دائم
ڏينهن قيامت تائين قائم
نوڙي كيو سي نياز
سجدو تي آيو سلام اسان جو
عشق جي بازي عاشق ڄاڻن
مام محبت سالك سڃاڻن
رند كي سمجهن راز
كلمو قرآن آهي كلام اسان جو
خير محمد بيان چوان مان
اعليٰ عشق جو شان چوان مان
عرش ۾ آهي آواز
جلدي پهچايو پيغام اسان جو

❊ ❊ ❊

عشق وڃايو حجاب
ڦٽ ڦكڙي آهي ڏاج منهنجو

عشق وڃي تو اتي پهچائي
جاءِ جبريل جتي ناهي
پيتم شوق شراب
ملك سڄو معراج منهنجو

عشق اچي تو جنهن سر نسري
ورد وظيفا ويا تنهن كان وسري
آيو نينهن نواب
حاصل ٿيو هر هاج منهنجو

عشق كهايا كامل كيئي

سرها تيا سر سالڪ ڏيئي
عام ليکي عذاب
کسڻ مان تيو ڪاج منهنجو

خير محمد ڏنو جيءَ ۾ جاني
و في انفسڪم قول قرآني
مليو خاص خطاب
سير سپيئي تيو سرتاج منهنجو

❊ ❊ ❊

پسي رخ روشن مهتاب
بيوس دل ويئي آ ونگجي

محبت جي ميدان ۾
ڪندا ڪي جوان جواب
سوين سورهيہ ويا سنگجي

حب ۾ هميش حبيب سان
هلي ڪو نہ حساب
جت جاءِ ناهي جنگ جي

دل اسان جي دست ڪئي تو
چٽي ڪين شتاب
ٻاٽن سان ويئي ٻنگجي

خوش خير محمد عشق عجيب ۾
ڪنسي تيو آ ڪباب
ماس سيخين ويو ٽنگجي

❊ ❊ ❊

لڳو تاب حسن جو هڪڙي گهڙي
پهڻ پاهه تيا پيا ڏونگر ڏري
اولهه اوير اتر ۽ ڏکڻ ڏسان
تر بر بحر تنهنجون راهون پچان
سنجهه صباح پيو رڳو توکي پسان
ڳولي ڳولي ڏنم سڀ ڳوٺ ڳري
تنهنجي گولن جي گولي ٿيان
جند جان سڄڻ تان گهور ڪيان
مان زمن زمين ٻئي جهان ڏيان
جنهن ڪي لوءِ لڳي تي سا ئي چري
خوش خير محمد ارمان ويو
جڏهن يار اچي مهمان ٿيو
مون تي راضي خود رحمان ٿيو
مليو محبوب منو، پيون اکڙيون ٺري



واهه وحدت جو واپار وٺيو
وهنوار وٺيو ويچار وٺيو
آهي وحدت جو واپار منو
سودو سر جو ثابت يار سنو
ٻڌ عشق جو هي اقرار منو
منصور ڪي ڪيئن سردار وٺيو
لئي نينهن نسنگ نروار تي هل
تون بي اختيار اختيار تي هل
لئي خيال خاصي خبردار تي هل
اتئي روح ڪي هي الغار وٺيو
ڏس ڪربل جو هي ناز نسنگ
پيا پڙ ۾ ڪنڌ پروان پتنگ
هيو ازلي عشق جو لکيل انگ
سر نيزي تي هسوار وٺيو

خمخاني پي مئي ساقيءَ کان
لنگهه ملڪ عدم ۽ باقيءَ کان
ماٽي معنيٰ عشق اوطاقيءَ کان
واهه موتو قبل اختيار وٽيو

پڙهه دل سان تون قرآن کولي
ڏس يدالله آيت ڪير ٻولي
سو چپ چولي تي انس اولي
خوش خير محمد منثار وٽيو

لا الله جو لاهي بار
الا الله ۾ ڪر الغار

پاڻئون پنهنجو پاڻ سجاڻج
جاڻ وڃائي جاڻ ڪي جاڻج
منصوريءَ جون موجون ماڻج
حق اظهار ٿئي بردار

سڪ جو سندرو ٻڌ تون ساهي
چوهئون هل چرڪڻ چاهي؟
هڪ گهٽ سان پئو ڪُن ۾ ڪاهي
ڪارونيار ۾ پس انوار

ملڪ معنيٰ جو محبت ماٽي
وحدت محبت جو تي پاٽي
موحد تي پوءِ پاڻ سجاڻي
توحيدي پيو تند تنوار

ونحن اقرب پاڻ پيو ٻولي
اسم جسم جي آهي اولي
ذات صفات مان خيال سان کولي
ڏس پيو ڪل آ ڪلتار

لا جي لام ڪي جي تون لاهين
الف هڪوئي هڪ حق آهين
وهم وسارج ٻيو ڪجهه ناهين
خير محمد خوش خبردار

❊ ❊ ❊

مرد تي ميخان ۾ آ، لا جي هينان تون لنگهي
مئي جي سرڪيءَ لئہ متارن ڪان موڪي سر تي منگي

ڪيو موڪيءَ چپ وات ۾ بيو ڪات ڪيائين هٿ ۾ ٻنگي
گهر تہ عاشق گهوٽ تئين چڏ اوٽ آ سينو ٿنگي
ڪين ترسيا تر هڪو عاشق ويا اتي سر اَنگي
نشي غالب نينهن جي وڏا وجد وحدت سان ونگي

سرت سڌڙي ڪان وئي ڏس ڪهيل ڏوران ڪنگهي
ڪو عاشق ايندو اتي سورهيہ سري چاڙهيون چنگي
خوش خير محمد خيال سان درست پيتو دل دنگي
ڏسي مردن جا مشاهدا هيءُ سري ڪان ڪيئن سنگي

* * *

سرڪ تي ساقي مٽي تو ڏس متارن جا متا
اصلئون اها آئي اٿن خرچن ٻئي ناٽي نتا

اهي سر وڍي ڏين سيگهہ ۾ جن جا پيئڻ لئہ چپ چتا
ڪاٽيون ڪلالن کي ڏسن ڪوپا نہ ڪن ڪائي ڪتا

محبت واري ميدان ۾ عاشق ڪرن سِرَ جي سٽا
مٽ تي موڪي آٽي رکي هڪ هڪ ڪيون پنهنجا هٽا

بوءِ ٻنن جي ڪاٽيا مئخان ۾ مٽ جي متا
لاشڪ تنين لاوان لڏيون چڙهي سيج سوريءَ تي ستا

پي پيالا پر تيا عرفات عينن ۾ اتا
خير محمد خوش لڳا دل سان پيا ڪن جا پتا

* * *

طلب ساز تنبور كيون پلي تين اج رقص رهاڻيون
جوڙي ساز شروع كري طبلا تڙي دوئيءَ كي دور كيون
نوان سيد ٻڌاءِ كي ٻاڻيون
حسن جي تجلين تابش كيڙي سينو سلرو كوهه طور كيون
ماسو المحبوب [1] جي كاڻيون
بيخوديءَ جا نينهن نشا پي مست اكيون مخمور كيون
آيو عشق عقل كي اماڻيون
خير محمد خوش خيال ٻتو تي هينڙي حج حضور كيون
دمدم دوست جا درسن ماڻيون

❊ ❊ ❊

پسي صورت جو سلطان هئہ حيران لڳي
جن ملائك حوران پريون هر هك تي حيران
پڙهڻ سبحان لڳي
كليا حسن چمن چوطرفين بلبل تي مستان
برهہ بوستان لڳي
سر سونهين پوشاك گلابي موهيو مسي ۽ پان
مٿس مرجان لڳي
سهسين رنگ سرود تماشا سازن جا سامان
جاڏي كاڏي تان لڳي
خير محمد خوش خبر حسن جو بيحد آهي بيان
جنهن سان جند جان لڳي

❊ ❊ ❊

من موهيو تنهنجي تار ميان! مَ رسي منگتو
گهُر جيكو گهرڻو هجئي موت نہ مگڻهار
لائي جيءَ سان جنگ تو

---

[1] العشق نارُ يتحرق ماسو المحبوب = عشق جي باهہ محبوب كان سواءِ سڀ كجهہ ساڙي ڇڏي ٿي.

راجا راءِ ڏياچ کي تان لڳي تڪرار
چارڻ چوريو چنگ تو
ڳڙهه پاسي ڳائيو بيجل پڻ بيهار
وڏا دل کي ونگ تو
ڪپي ڪلهن ڪان ڏنائيس پليءَ رين پتار
آهن راجا رنگ تو
موٽي ڪريا مڱٽي سازن کي سينگار
مچايا من ۾ مرڏنگ تو
خوش خير محمد تو گهري مئي ڪا مست پيار
آهن دستين دنگ تو

❋ ❋ ❋

واهه تنبي جي تار ڏسو ڏيڻ سر ڏاتار ڏسو
چا تنبي چا تار چوان چا ڏيڻ سر ڏاتار چوان
موٽي مڱٽهار ڏسو
چارڻ ويهي چنگ وڄايو سالڪ ڏاڍو سوز مچايو
هل ساري هالار ڏسو
سر ڏيڻ ڪو سترو ناهي ڪير ٿئي ڪٽ ڪلهن ڪان لاهي
پرت لڳيءَ جا پار ڏسو
بيجل بي ڪا تند برائي جان جسم ڪان ڪئي جدائي
پرهه سندي پڪار ڏسو
خير محمد خوش منگتو مولائي برهه ڏاڍي برسات جو لائي
محبت مينگهه ملهار ڏسو

❋ ❋ ❋

پنهنجو پاڻ ۾ پاڻ کي پس
ماڻ مزو چک روحي رس
صورت مان صورت ئي سِڪُ
طالب هي توحيد تہ لِکُ
ڪٽج قلم ۽ ڪاغذ مس

جوئي بولي و في انفسكم
چپ چپن سان تنهنجا چم
قدم تي سجدو هر دم هس
نوڙت سان ناسوت لتاڙي
ملكوت ۽ جبروت لتاڙي
لنگهج لک لاهوتي لس
نفس قلب ۽ روح سرّ
خفي اخفا جا ڇهئي گهر
سير صفاتي ذاتي ڏس
خير محمد وادي وحدت ۾
كثرت گم تي هرگن گت ۾
برهه بنا بيون باتيون بس

* * *

كر همت ڇڏ حرص كي آهي دور دنيا دم گذر
وچ عشق وارن وٺ هلي سر سالكن جي رک نذر
ايندن چون صد آفرين آهي طالبن جو تن قدر

ڏينديءِ وٺي وحدت سندي كندو عشق تو سر شور شر
هر جاءِ ايندءِ حق نظر ڏسندين حسن جا حل حشر

پڙهين تو نمازان نفس لئہ من ۾ ملن حورون قصر
وقت ويني تو وجئي پڙهندي پنا نظم و نثر

پڙهندي پنا كي سال تيا توكي نہ تيو تر جو اثر
اوڳا عمر سڀ صرف كيئي حاصل نہ تيئي هكڙو اكر

خوش خير محمد خيال كر بي انت آهي هي بحر
هن درد جي درياهہ جي آهي خاص خاصن كي خبر

* * *

اجھو يار آيو اوھين چا تا ڀانيو
پياريو پياسن صبح جو سوايو

صبح جو سوالي منگي جو موالي
ڪڏھن ڪين خالي وٺيءَ تان ورايو

سين کي سڏائي تو ڍوليو ڍڪائي
ھي ليڙون لھرائي پوشاڪون پھرائيو

ڪوڙي خيما خاڪي اچي تيو اوطاقي
الھ عشق باقي حڪم جنھن ھلايو

احدءِن آيو احمد حڪم جنھن جو ھر ھنڌ
خوش خير محمد وحدت گيت ڳايو

* * *

جلوو تاب حُسن جو ڏسي تجليون
سارو جبل وجي ڪوھ طور جليون

تنھنجي پنبڻين جا پيڪان چوان
اھي نيزا ٻڙچيون بان چوان
نت ابرو سيف ايران چوان
ڏيڏو ڪيس ڪرن ڪاريون ڪجليون

ويڪو عجب محبوب مام ميان
ڪن فڪل ڦاسائڻ عام ميان
توڙي وير ھجن وريام ميان
وجھي دام زلف ڪن دست دليون

جاڏي ھٽڻ تا ڀڄڻ ڀاڻ ميان
تاڏي عاشقن آھي تاڻ ميان
مرڻ جيئڻ مشاھدي ڪاڻ ميان
ڪنا ڪين رھن توڙي ويڙھن وليون

خوش خير محمد نگاھ جاڏي
وسي ويڙھي وجہ الله تاڏي
ڏسي برحق تو بالله ماڏي
بينو شھر بحر ملي گوٺ ڳليون

* * *

ڪي جو ڪالهہ اکيون ڏسي آيون
هاڻي رهن نتيون ڪنهن جي رايون

بعضي زوري بعضي چوري ڪا جا لڳي عشق جي لوري
ڪنهن راز وڏي تہ ريجهايون

درست لڏائون دلبر ڳولي هيڙو عام اکين ڪان اولي
ڪنهن حرفت سان هٿ ڪيائون

چاريءَ هٿ محڪم چوائي چئجان پاند ٻڇيءَ ڳل پائي
اوهين ڏاڍ چڏيو ڏاڍايون

خير محمد خوش جي ٽيڙيون وجي عشق الهوت ۾ پيڙيون
وريون واهہ وصال جون وايون

❊ ❊ ❊

لڪين پوشاڪان پهرين پيو
تہ بہ عشق چوي تو يار اِجهو
عاشق توڪان البت واقف
ڳوٺ ڳليءَ ۾ ناهين ڳجهو

مرسل ڪي معراج گهرايُوَ
پرت منجهان پيغام مُنجو
دوست پنهنجي ڪي درسن ڪاريو
جيڪي اوهان ڪي سير سجهو
ڪالهہ ڪالهوٽي ڏاڏي آدم ڪي
بهشت منجهان ڏئي ڪڍيو ڏجهو
ڳالهہ مڙيوئي ڳڙ تي پيئي
ٻولي ڳجهارت پاڻ ٻجهو

لا يتحرڪ لا شڪ چيڙو
قصو انهيءَ جو ڪن ڪجو

اهڙا تا عنوان ڏيو
تہ بہ ماڻهو موڳا پون منجهو

خوش خير محمد خير گهري تو
وتي تنهين كان كانہ وجهو
ظاهر باطن رنگ بيرنگي
حاضر منجهہ هر حال هجو

❋ ❋ ❋

هن سيف ابروءَ جي ستي مانجهي هزارين ماريا
كي ماريا كي جياريا كي عشق جا آزاريا

كالهہ مجنون قيس كيئن سوز وارا ساريا
ٻڌ عشق جي وڌ هيءَ خبر ماري وري پئي جياريا

ڏنو تخت كي رانجهن ترك اسباب عشق اڏاريا
رنگپور جي ريجهہ رهاڻ لئہ تي چاك وچڙا چاريا
يوسف ذليخان ذوق ۾ يكدل تي دم گڏ گهاريا
شوق شيرين جي سبب فرهاد ڏونگر ڏاريا

صنعان جهڙن سالكن تقويٰ جا ورق وساريا
كيا سيف ابرو جي قتل كاكل جهڙا كاريا

خوش خير محمد خيال سان ورد وظائف واريا
جيكي عشق آدم سان كيا اهي قول پنهنجا پاريا

❋ ❋ ❋

وه واه كليو آ باغ اعرابي گل گلابي
موتئي موهيو نرگس كليا نين نقابي

علي ولي شاهہ مردان آيو
شهنشاهي طبل وڄايو
هر جا حق جو حكم هلايو
سمجهن صوفي سخن شتابي

رمزن غمزن رمر جهمر لائي
كوئل قمري قمر قمر ڳائي
مينا طوطي مست تي آئي
ڏسي مک محبوب مهتابي

خير محمد خوش مليو ماهي
ڏني بلبل عشق آگاهي
سرها تيئڙا سي سپاهي
محبوب مليو مصري محرابي

* * *

عاشق اکين ڏسڻ لئي
محبوب ڏس! مري تو

عاشق کي انتظاري
لائي برهه بيقراري
پائي پاند ڳچيءَ ڳاري
سجدي ۾ سر ڌري تو

عاشق حسن ماريا
انهيءَ ڳليءَ خان ڳاريا
سر ڏيڻ لئي سينگاريا
ڪيئن پتنگ پوءِ وري تو؟

خامن جي ليکي کريو
سارو لوک چوي چريو
ڪڏهن ڪونہ پڌوسي وريو
جيکو گهير گهن گهري تو

خوش خير محمد خانان
لکين برهه جا بيانان
دانا کري ديوانان
اهڙا عشق کمر کري تو

* * *

آءٌ قران حيران تو لئي
منهن ڏسڻ جي واسطي
آهيان اجايل عشق جو
پيو تو رڙان راتيان ڏينهان
پرت جو پيالو گهران تو
پڙ تيڻ جي واسطي
ڏک ڏولاوا ڏيهہ اندر
تکر تولاڪا پسان
پرت جو پنڌڙو پچايان
دل ڳنڍڻ جي واسطي
دائما ديدار لئي تو
وس ڪيان وارا وري
ينوءر تي آيو آهيان
واس ونڻ جي واسطي
اوچتي هن چمن اندر
ڪيئن بشر بلبل بڻيو
خوش خير محمد آيو حسن ۾
گل سنگهڻ جي واسطي

* * *

زوري ڪري زورآور يار
دلڙي لتي وئين ڌاڙي ۾
راتيان ڏينهن رڙان
ڪنهن کي ڪين چوان
ڏسو ويني سور سهان
پرين جي پاڙي ۾
رمز عجب جي رکيون
هٽي وئين ٻاڻ ٻکيون
تنهنجي ڏسڻ لئي اکيون
روز رڙن راڙي ۾

كيم كوكارون كيڏيون
هوت نہ كجن هيڏيون
جيءُ جلي تو جيڏيون
سوز انهيءَ ساڙي ۾
خير محمد كي دلبر
سكڙي اوهان جي سبر
پاك پرين پيغمبر
چاڙهہ چكڻ چاڙهي ۾

* * *

محب ملڻ جي واسطي
چاكن كئي دل چري ڙي
چري
دلبر دلڙي دوست كسي ويو
ڏيهہ تہ پنهنجو كين ڏسي ويو
الا درد ۾ دلڙي ٻري ڙي ٻري
حال حقيقت كنهن كي سڻايان
كونهي محرم جنهن كي ٻڌايان
الا وڃان چو نہ مري ڙي مري
روئي رڙي حال گنوايم
ننڊ ٻہ جانب دوست وڃايم
الا ٻر ۾ ٻيني كڙي ڙي كڙي
دونهان درد جا دل ۾ دُكن تا
كين اڃهامن جيءَ ۾ جكن تا
الا باهہ برهہ جي ٻري ڙي ٻري
خير محمد عاشق پرت پياسي
ركج اميد الهہ ۾ خاصي
الا محب ملندو وري ڙي وري

* * *

يار اوهان سان منهنجي
الا بيوس دلڙي جو ڦاتي
باهه برهه جي تي پڙکي
جيءَ اندر ۾ جهڙکي
چاتي چاتي پئي ٽڙکي
بار کهي وئين ريءَ کاتي
محب ملڻ واري کر کا
مهر نظر ڌر کا
والي اچي کندو ور کا
الف پڙهيان اثباتي
جودئون پاتم جهاتي
ڍوليا جندڙي ڦاتي
قربئون وهايئي کاتي
کونهي سورن منجهه ساتي
محب منا موچارا
روز تکيان تي تارا
صورت تنهنجي آ سوپارا
جوان جنديءَ تئون لاتي
خير محمد چوي اچي مل تون
اڱڻ اسان جي تل تون
کول گهونگهٽ اچي کل تون
بهشت دوزخ سان اسان جو چاتي؟

* * *

جيڏيون جيئري جي گڏيس
چونديس راز رڙي

پنهنجي پنهل کان پچنديس
لائق آڏو لچنديس
چاکان تو يار چڏيس
لائي لئون وي لڙي

گھوٽ وڃھي وئين گھاري
جيڪس هيڙس ڏاري
تيلاهون تو نہ سڏيس
ڇپر ڇڏي وئين ڇڙي

خير محمد سان ملندا
خوش تي يار ڪلندا
اڙي اديون مان اڏيس
پريم پت جا پڙي

* * *

ڪري ڪڪر اڄ مهرون آيو
الاالله بادل برسايو

ڪٿي سامان سارنگ اچي سنڌ ۾
سر طالبن طبل وڄايو
انت الهادي انت الحق جو
سيني ۾ سوز سمايو

حسبي ربي جل الله جو
ڏس چشتين جوش جڳايو

خوش خير محمد هر فقر جو خادم
نوشهري سيس نوايو

* * *

دوئيءَ بنا دل ڪاڏي ڪاهي
ڏانءُ سڪج وٽان سالڪ ڏاهي

ساڻ دوئيءَ جي دوست ڏي هلبو
خيال پيادو روح سان پلبو

وجي حقيقت حال ۾ رلبو
اسم جسم کي لا سين لاهي

تي هوشيار بيدار خوابون
هيءُ حباب آيو تنهن آبون
رلمل ڪر منجهه ذات شتابون
بحر بقا جو برحق آهي
جنهن لاءِ زمين آسمان نهارين
تنهن سان پيو تو ڳنڍ ڳنڍارين
تو ۾ موهن تنهن جي پارين
ونحق اقرب ڏور سو ناهي

خير محمد خوش حسن جون هوليون
ياتو يات برهه جون ٻوليون
سمجهه عاشق معشوق پروليون
پاڻ سڄاڻ تہ هيءُ چند چاهي؟

* * *

اڄا ڪالهه قيمت ڪهڙي بهشت وڪاڻو
ڪري محتسب تون ڪيڏو ماڻو

ريءَ امر ابليس اچي
ڪهڙو ڪم دغا ڪيو ڪوڙ ڪچي
شيطان تا ڇاڻو، اوهين لوڪ اياڻو

ريءَ آدم جاءِ جنت خالي
ڪهڙو ريءَ حورن اتي مرد موالي
ادريس ڪيو آباد ياڻو

جلوو عشق سندو جڏهن ٻاهر پيو
ڪنتُ ڪنزاً مخفي ظاهر ٿيو
جادو عشق چوان يا گندم داڻو

نت عاشق ماڻن ذوق لقا
تن بيشڪ آهي شوق بقا
افسوس اهو اوهين پاڻ سڄاڻو

آهي مظهر حسن جمال سندو
آهي مطلع نور جلال سندو
خوش خير محمد اهو سير سيباڻو

* * *

آهيون ساعت مسافر سانگيئڙا
تون تہ آئين کهڙي هت ڪمين؟

يار پنهنجي سان رهج يگانو
چو وڃين ايي لمين؟

قرب نوريءَ جو ڪنهن نہ سڃاتو
صحيح سڃاتو سمين؟

پنڌ انهيءَ جو پرو ڪو پيڙئي
طالب آئين جنهن طمعين

خير محمد خوش خيال اوڏاهين
روز رهبر سان رمين

* * *

سچ ڪنهن نہ وٺي سو تہ ڪيئن چوان
جيئن تو عشق چوي تيئن بيءَ تو پوان

پڙهہ الف بولي اثبات هڪا
بي تي واري بات نہ ڪا
ڪهڙي لا سندي مان لات لنوان

آهي حسن جهڙو دل راز نہ ڪو
بنيءَ عشق جهڙو شهباز نہ ڪو
شاهہ شوق منجهان ڪيو دوست روان

ركي نينهن نظر اهي نيڪ ٿيا
اسلام ڪفر سان ايڪ ٿيا
متان پوءِ ٿئي ارمان اوهان

خوش خير محمد مٺلهه خريد بندو
آهي عاشق عبدالحي سندو
لائي نرڙ پيرن تي آءٌ نوان

❊ ❊ ❊

ڏور وڃڻ جي ڏاڍي ٻڌائي
جاٽي الله مون کي ڏاڍو ارمان

روز ازل تنهنجو ٻول ٻڌوسي
قالو بليٰ وارو قول ڪيوسي
ساهه سري سهٽي تان قربان
دلبر اسان کان دل کسي وئين
ڏس نہ پنهنجو يار ڏسي وئين
لا مڪان ۾ تو ڪيو مڪان

جانب تو اسان جو جيءُ جياريو
عشق تنهنجي سهٽا سبق سيکاريو
دمدم دردن جا داستان

خوش خير محمد رک خيال اوڏاهين
آهين جيڏهون جو وڃج تيڏاهين
کهڙو ڪرين وينو برهه بيان

❊ ❊ ❊

اول چئي اثبات
هاٽي تو منهڙو لڪائين

احدون اڳ ۾ ٻيو ڪجهه هيڙو لاٰ وارو ليکو پوءِ تيڙو
وينو اڏي محلات سالڪ سمجهه اتاهين

وحدت ريءَ ٻيو ٻول نہ ٻولج موتو وارو قول قبولج
ظاهر ٿيندو ذات سٽين تان يار سٽائين
صورت معنيٰ جاڻج مولا دين عشق جو اصلون اعليٰ
لا واري ڇڏ لات کهڙو وينو کسب کمائين
خير محمد خوش ٻول نہ ٻانئج ساڻ صورت جي رمز رلائج
برهہ بنا ٻي بات عاشق هاٽي متان الائين

❊ ❊ ❊

بيرنگيءَ جو بيان ڪڏهن ڪين عقل ۾ ايندو
هستي هئڻ دور ڪري ڇڏ نفس کهي نادان
تڏهن پرو ڪو پوندو
لا ننگهي تج اڳاهون خواهش ڇڏي خان
پنڌ اهوئي وڃ پڇندو
جيسين ڏسندو ڏيکيل ڪي هوندو منجهہ گمان
ماڳ انهيءَ تي نا ملندو
نفس امارو آهي احمق ويري ڪر ويران
نہ تہ نياڳو توکي نيندو
خير محمد خوش خيال سان ڪري عشق ايمان
ڏيهہ اهو هلي ڏسندو.

❊ ❊ ❊

محبت ۾ رهہ محو مدام
ٻولي ٻولج هڪ وحدت وائي
ڀهريون باب تي بقا وارو سوريءَ تي ڪيائين لقا سارو
عرشئون آيو ان کي الهام تي همہ سان هيڪڙائي
ڪري ڪوئي اثبات اهين جان تئي تحقيقات تهين جان
نفسي ڪيڙو ظاهر نام لا سان لڳي آهہ لڙائي
نينهن نوبت منصور ويو ماري طالب ويو توحيد اُجاري
اڇي تيڙا هٺل هنگام اتي عاشق ڪئي اجرائي
خير محمد خوش ڪئي اثباتي اسم جسم ويو تيو ظاهر ذاتي
حق بنا سڀ هئن حرام وحدت سان دل تو وچڙائي

❊ ❊ ❊

کربلا وارو قتل عشق اصل
آيو آ سر عاشقن جي
پنهنجو نهارج پاڻ ۾
چولي اندر چئنچل
سپ پر آهي سهڻو
پول بئي نا پل
دلبر سندو دل ۾
هيکارون آهي هل
خوش خير محمد وٽ خيال کي
مطهه سان لڙي جيئن مطهه.

❋ ❋ ❋

سوز درد ۾ سڙن، کين مڙن
وڏا جي عشق آزاري

محبت جي ميدان ۾
خوش تي خان کڙن

سهڻل يار سيکاريو
سورهيه سبق پڙهن

عشق سندي آکاس تي
چڙهيا چوٽ وجن

جوڳي پنهنجي جيءَ ۾
پرين تا پسن
خير محمد خوش خيال سان
لاهوتي تا لڙن

❋ ❋ ❋

كل نہ بئي كنهن ڏيون
هاديءَ ريءَ هن حال جي
تنهنجو توكان تر نہ پاسي
چو هٽين تو هنيون
وٽ ناهي هك وال[1] جي
عشق اچانك آيو اندر ۾
چا چوان چا چيون
رمز ڳجهي هن ڳالهہ جي
خاص خبر بئي كنهن نہ سٽايون
چو كنهن سان كيون
محبت جيهي مال جي
خير محمد خوش هتان ساقيءَ جي
سرك سدا پيا پيون
ناهي ملهہ اڄ كالهہ جي

* * *

دل لا جا حرف ڏري
پڙهہ برهہ واري باب كئون

تون تہ اصل كان عدم ناهين — پورا كهڙو پول تو پائئين
پيچ پنڌ كري — كنهن عشق سندي ارباب كئون
ڇڏ هئڻ تون خود پرستي — پوءِ ماٽيندين حق جي هستي
نكر ناهہ كري — هن عالم جي اسباب كئون
ڳولي لهہ تون پاڻ ۾ پنهنجو — نحن اقرب تو ۾ تنهنجو
پرين ناهہ پري — لنگهہ هئڻ واري حجاب كئون
خير محمد خوش محبت من جي — ٻڌي آيو هاك حسن جي
ڏس دلبر ديد كري — كڻ نيڻ بئي نقاب كئون

* * *

[1] آواز

لڪ ناز سڪيو آن نوان
مشتاقن جي مارڻ لئہ
تير اڪين جا ڏاڍا تڪيرا سيني لڳن ٿا سنوان
سبق سوين تنهنجي سورن جا روئي ڪيا اتم روان
ڳڻن تنهنجن جون ڳالهيون ڳجهيون ڇا چئي ڇا چوان
خير محمد خوش در دلبر جي پيش هلي مان پوان.

* * *

عشق فرض آٽي ادا ڪيو
ابروءَ جي محراب ۾
شاھ منصور ڪي سولي چاڙهيائون
اهو مٺن پنهنجو مدعا ڪيو
پڇو هٺين ڪان هت ڇا آيوَ؟
نينهن وارن جي چو ندا ڪيوَ؟
ڏسان صورت صنعان نہ مڙيو
توڙي حرفت پنهنجي هدا ڪيو
خير محمد خوش تابع حسن جو
اها ندا منهنجي سدا ڪيو.

* * *

عاشقن عيد سدا تي
عالم عيد فصل تي
عاشق الضحيٰ ڪوڏيا
ساري جان فدا تي
ونحن اقرب ويجهڙو
جانب دم نہ جدا تي
الانسان سري و اناسره
اهڙا بول بڌا تي
الفقر فخري چيو

مرسل پاڻ مدعا تي
ڪن تا قاب قوسين جان
اڪبر حج ادا تي
انا احمد بلا ميمي
پهري آيو ردا تي
خوش خير محمد ٻڌ خطبو
ساري خلق خدا تي.

* * *

آتشبازي عشق اُڏاري
پچو پتنگن ڪان سڻ ساري
تين شهيد شمع تي عاشق
اصل اِنهن آهي سر اختياري
اول اٿئي آڙاهہ خليلي
پوءِ برهہ ۾ باغ بهاري
خام چا لهندا خبر ڪوري جي
ڏيل ڏسي ڪن جان پياري
خوش خير محمد ناهي مهل مڙڻ جي
ڏئي متان محبوب مياري.

* * *

تون تہ اچون اچون پيو آءُ
مني ٻول سباجهڙي لاتڙي
ڪانگل ڪر وڃي پنهنجي پر ۾
آزيون لڳ الله
مون ڪي ورهہ وهامي راتڙي
اُڏر پکيئڙا بار پرينءَ جي
لهي آ سڏ سماءُ
ويني نيڻ نهارن واٽڙي

جيئن چون تيئن چئج اسان کي
سنيها کي سٺاءِ
ويهي لئون برهہ جي ٻاتڙي
خير محمد خوش ڪئين جون واڌايون
ڏيندا سنجهہ صباح
پرين پاٺهي پائيندا جهاتڙي.

* * *

ڪاڪيون ڪالهاڪون ڪانگ لنوي تو
اڄ ايندا کي سياٽي
ٻولي ڪانگ جي آءٌ تي سمجهان
ايندا عجيب اڪاٽي
هر هر هاڄ مان هٽ چڻي تو
سوڻ ساهہ سجاٽي
سوين سور ستم سي سرتيون
اِجهو چڏيندو اماٽي
خير محمد خوشيون تيون، ويا خطرا
کي ڏينهن تيا حاڪماٽي.

* * *

آيا اڄ کي سلام عجيبن جا

خط پروانا ڪيئي لکيائون
هاواٽا هئا حبيبن جا

ڪانگ نياپو چئج نڏر جو
قاصد ڪول قريبن جا

خير محمد خوش دلبر مليو
ونجان ڪنجڪ ڪريمن جا

* * *

موٽي ملڻ جي مبارڪ آئي
وري ٿيا وصل وڇئون وئي جدائي
ڪڏهن منجهہ صورت گل هويدا
ڪڏهن آشفتہ بلبل شيدا
سروَ چمن ۾ ڪئي عمر سدائي.
بلبل خيال خزان جو نہ پيڙو
لنگهي صورت کان معنيٰ ۾ پيڙو
سمجهہ سچائي پر واهہ وفائي.
گوناگون گهريون گلن جون پوشاڪون
حسن عشق اڏايون اندر ۾ اوطاقون
ويڙهي بلبلن جي وهہ واہ واڏائي.
بسنت بهاريون لڳيون عشق آباديون
ٿيون هر طرف ۾ حسن شوق شاديون
خير محمد خوش خيال خدائي.

❋ ❋ ❋

وڇڙيا ملن يار لهندا غم غبار
گڏ ٿي گذاريون دم نہ ٿيون ڌار
دلڙي اُداسي من گهٽو ماندو
برهہ ڏولڻ کان مور نہ واندو
لئون سڄڻ جي ڪيو لاچار
روز سڄڻ لئہ ڪانگ اڏايان
پنڌ پرينءَ جا واٽ وَجهايان
تن اندر آ ڏوليا تنهنجي تار
قسمت قيد الماءُ[1] بيوس جدا ڪئي
ڏاڍو ڏک وئين يار مٺا ڏئي

---

[1] قيد الماءُ اَشدّ مِن قيد الحدِيد= داڻي پاڻيءَ جو قيد لوهہ جي قيد کان سخت آهي.
(چوٽي)

موت مران تي سگھو لھہ سار
خوش خير محمد چئي كڏھن يار ملندو
دردمنديءَ كي دلاسا ڏيندو
نيٽين وھن ٿا نديون ۽ نار

❊ ❊ ❊

آيو يار اڱڻ ويا وھم وھي
ساٽي سكڙا ٿين سو سور سھي
ھيٺو حال ڏسي ھيكاريون
دلبر ڏنيون لک دلداريون
منھنجون سي ئي ڳل ڳاريون
ويا لحظي اندر لڙڙا لھي
سو جيرو جدائيءَ ۾ جليو
سو سيكي سڄڻ كي مون سليو
ھيٺو حال ڏسي وئين ھوت ھليو
تنھنجي روءِ ڏسي پيا رنجڙا رھي
مون كي منل ھيئن چيو مركي
سک مان پياربي توكي سركي
كري ھردم اسان جي ھئن ھركي
اھي ٻول ٻڌي ويا ڏيڙا ڏھي
خوشيون خير محمد تيون گھٽيون
منھنجون ونگايون ور كي نہ وٽيون
مر مان جيان گڻ ڳٽيون
مقبول نظر تين كوڙڙا كھي.

❊ ❊ ❊

ساھڙ ريءَ منھنجي كانہ سري
پير پرت ريءَ كير پري
لڳي اُتر پوي سيءُ سيارو اوچڻ عشق ريءَ ٻيو پائن بارو
لڙ لھرون جتان كن كري كَھور كيون سي گھير گھري

رات اُونداهي مينهن وسن تا — گهمر گهير جتي ديونسن تا
قدم دريا ۾ كير ڏري — سهڻيءَ ريءَ تِڪ كير تري
سرڪ ميهر جي كئي مستاني — دلبر دلڙي كيس ديواني
وس كان وئي سا كيئن وري — بيوس كئي آ ذوق ذري
خير محمد خوش خيال ملڻ جو — موج متي مهراڻ گهرڻ جو
چو ساهه سريءَ جو سانگ ڏري — مر ميهر سان پرت پري

* * *

سڄو منڇر ملاحن جي متان
كيو سمي چام انعام

سمي هئي صورت سجهندي
مورت واري مام
صورت سجاڻي كري
اچي كيائين هڪل هنگام

مهاڻيءَ جي من ۾
اِهو اصلِ كان هو الهام
ڏسو نوريءَ ساڻ نگاهه
جنهن كي كوڙين كن سلام
گندرين جي گام ۾
ڏس چلي آيو چام
كيو تماچيءَ تكيو
منجهه مياڻيءَ مقام

خير محمد خوش كيئي
سڄي سون مياڻي سرانجام
جنهن جي جهوليءَ چنڊ جهليو
سا مركي كيئن نه مدام

* * *

پٽ نہ ڪن پنهوار
سونهن لعل لڳن سر لويون
جيئن هت باغ باغيچا ماڙيون    تيئن هت اوٺ اتر ڪن واڙيون
ويڙهيچا ولهار    اڇن سنگهار سگر مٺ سويون
سهڻا گل گجن تي سرتيون    خوش و تن پنهنجي پيڪين پرتيون
چڱا چندن هار    پائن پنهوار ٻچيءَ ٻل پريون
صلح صفائي آ سيل سنگهارن    ڪٽ ڪنجهي ڪان ايل اباڻن
دست دلو اٽن دلدار    اڇن پري سر آب جون اويون
ڪاڄ مارن جو ڪنييون آهي    ڏين ويڙهيچا وٽ وراهي
لاڙي ڏونرن ڏار    ڪائن موٺ مکڻ سان موهيون
خير محمد خوش ملان ماڙيچن    ورهہ تيا مون کي ڏني ويڙهيچن
سانگي ميل ستار    وجن داغ دلين تان ڏويون.

* * *

مون ڪي ملير اماڻ
سپ ڪنهن ويلي سانگي ساريان
ساوڻ جو ڪن سير پٽن تي    جوڙي پٽن تي پاڻ
اهي ويڙهيچا ڪيئن وساريان
پلنگ پٽرٽيون مرڪ نہ مارن    واريءَ اٽن وٽاڻ
تن جيڏين لئہ ججها جر هاريان
اڇي پيا دل پور پنهوارن    ڪالهہ مارن جي ڪاڻ
ڪر چڏيون ويني ڪانگ اڏاريان
خير محمد خوشي وطن ورڻ جي    الله کو اوني آڻ
رات ڏينهان راهہ نهاريان.

* * *

منهنجي ملڻ جي مقال    مارن وٽ تي ڪالهہ ڪيائون
سرتين هئي کا سنيال    جيڪس ويني حال ونديائون
مون جيڏيون تہ ملير ۾ پيارا
خوش گهمن پنهنجي خيال    لويون رنگ لال رتائون
وڃي پونديس ويڙهي پنهنجي

هيٺو وٺي پنهنجو حال    ڪندا شال پال پلايون
اڇا    منهن    مارن    اڏيا
پڪا    پيهون    پال    مٿان تن مال اجهائون
خير محمد خوشي وطن ورڻ جي
لٽا    قيد    ڪشال    وريون وصال واڏايون.

❊ ❊ ❊

پنهوار پٽ تي پشم نہ مٿن
اصل اها تن ريت رسم

ڪاڄ جنهين جو ڪنپيون آهي
سگر سائون صاف سٺن
تہ تاري ڪن صاف بسم

انئي پهر الله سان
وحدت جي آهي ويڙهہ وتن
ڪن صدقو تا جان جسم

جتي خوف نہ خطرو ڪوئي
ڏيهہ اهوئي پيا ڏسن
ڏس ڏوتين جا کهڙا قسم

خير محمد خوش خيال سان
هستي هئڻ ڪي مار هٿن
ڪڏهن نہ ڪر ڪنهن سان خصم.

* * *

ڏي موڪل ميان مارن وڃڻ جي
مارن ريءَ دل ماندي
سر ساهہ ملي سانگيئڙن سان
ورائي    چڏ    وطن    تي
جيئن عمر تو آندي
اهو تورو ڪر تاريچن سان

موڪل ڏي تہ مِٺين ملان
هيڪر تي هيڪاندي
خوش تي ڪلان ويڙهيچن سان
رهان پنهنجي راڄ ۾
ڪتيان وجي ڪا پاندي
اهو مهت ڪج ماڙيچن سان
خير محمد پيون ڪيئن جون خبرون
آيو پنهوارؤن پاندي
پهتي وجي پاڙيچن سان

❋ ❋ ❋

مون ڏي مارن ڍهون آيو
خبران خير واڌايون
سکيا تيا سانگيئڙا
لٽن ڪشال ڪمايون
رتا وتن رنگ ۾
لاڪ لڳن لايون
جتي خوف نہ خطرو
جوڙي وينا اتي جايون
پٽن تي پالوٽ تي
پريا تلاءَ ترايون
خير محمد خوش ڪيت جا
لک تورا ڳڻ ڳايون.

❋ ❋ ❋

ڪل مارن منهنجي ڪانہ لڌي هئي
سڌ سنگهارن هيءَ نہ سئي هئي

ڏيهہ ڏاڏاڻي ڪو خبر سٺائي
هيڪر منهنجو حال ٻڌائي
اهو تورو تر سان لائي
ڪوٺن ۾ هيءَ قابو پئي هئي

منهنجا اباڻا مون وٽ ايندا
وري وطن تي شل وڻيون ويندا
لوئي لياري کين لڄائيندا
هيءَ ويڙهيچن وسري وئي هئي

جيڪس اباڻا هئم اوراهون
سٽي اچن مئيءَ جون دانهون
شايد چڙهي ويا پٽ پراهون
سانگيئڙا پنهنجي سانگ سيئي

خير محمد خوش خبران آيون
وري اُني جون تيڙيون وايون
سنجهه صبح آٽي ڏيندم واڏايون
خبر ماڙيچن هاٽي پئي هئي

❋ ❋ ❋

پيڪاٽن جا پور
موٽ وجهن تا ماري
ساهه ۾ سانديي کين سگهان تي
سنگهارن جا سور، بارڻ ڏنو باري
قسمت هتڙي قيد ڪيو آهي
انهيءَ قضا جا ڪلور، نہ تہ ڪير هت گهاري
خير محمد خوش وقت جو تيندو
ڪنديس ملرن سان منڪور، هئي هنجهون هاري

❋ ❋ ❋

ڪيچئون قصد ڪري آيو ٻاروچل
ڪاڻ ٻانيڻ پنهل پيارو

بين ليڪي ٻانيڻ ٻيٽي
هئي آرياڻيءَ جي اڳ ڏيني

ساٿ اٿاهون سنڀاهيو ٻاروچل
ورهن کان پوءِ آيو وڻجارو

کل تہ وچ جي پيم نہ ڪائي
تان ڪا پنهل هيءَ پرڪا پائي
ستي لوڪ سڏايو ٻاروچل
پوءِ پنيور ۾ ڪيم ٻوهيارو

مٺا ڏيو ٿيون مون کي مڙيئي
سٺي رهجو ڳالهہ سڀيئي
پينر ڪيئن ٿيون پانيو ٻاروچل
ڪانڌ ڪميني نہ ڪندو ڪانيارو

خوش خير محمد پئي پنيءَ پنهل جي
جانب گڏيس منجهہ جبل جي
ننگ پنهنجو اچي نباهيو ٻاروچل
ور مليس تہ وريس وارو

❊ ❊ ❊

ڏاري ڇڏي هت ڏار
اوهين پنهنجي وطن وڃو ٿا
مون جيڏيون تہ ملير ۾ پيارا
ڪن حياءُ هزار

ويري شال ٻڌي نہ وائي
ڪيو الله توهار

جيري جدا آهي جالڻ اهنجو
ماري ٿي محب ميار

خوش خير محمد سان نام خدا جي
پاڙيون قول قرار

❊ ❊ ❊

وري ٻاروچل ٻاجھ پوئي شل
ھج تون منھنجي کول

لونءَ لکن ۾ تولئي ڪاٽي
پاڻ سڄاڻج پنھل آرياڻي
ڪالھ ڪالھوڪي ڪيا ھيئي قول

جاتي ڏونگر ٻجھي تو ڏاڍو
اتم اندر جو ڪيچ ڏي ڪاڍو
ساري وندر ۾ وجھندس وڙول

جبل جانب لئي جھنگ پچنديس
ڪيچ ويندي آءٌ ڪين ڪچنديس
ڳلي ڳليءَ ۾ ڪنديس ڳول

خير محمد خوش نال اھو نيندو
چير مٺيءَ کي ڪين ڇڏيندو
اتس ٻانيڻ سان ڏاڍا ٻول

❋ ❋ ❋

چير مٺيءَ کي ڪيئن ڇڏي ويا
ھيئن نہ اڳ مون ڄاتو ھو

ھڪ تہ منھنجي ھٿئون پيڙي
نياز ۾ نئڙت مون نا ڪيڙي
ساجن مون نہ سڃاتو ھو
نڌر ڇڏي ويا ننڊ ۾ پيئي
سنجھي ڪٽي ويا سات سيئي
ساري شھر ڀنڀور ۾ اوراتو ھو
مان تہ اصل ھيس عيبن ھاڻي
ڪيو سڱ ڪيچين پاڻ سڃاڻي
پيچ پنھل مون سان پاتو ھو
خير محمد خوش جيءُ جياريو

ٻول پنهل مون سان پنهنجو پاريو
نام ڏٺيءَ لڳ ناتو هو

❊ ❊ ❊

عشق عشاقن کيو آمين
پرواني جيئن پتنگ پچن تا
صوفي ڪن تا سودو سالم
بي بها تيا بانڪا بالم
آهن آڏوتي علم جا عالم
ماڳ مٺائي تيا مسڪين
ڪامل ڪنهن سان ڪين ڪچن تا

درس رکيائون دل ۾ ديدون
اندر آديسي ڪن تا عيدون
مليو محب پنيون اميدون
ڪعبو قبلو مڪو منجهين
رمز رنديءَ ۾ راضي رهن تا
اصلي روحي رکيائون رايو
راتيان ڏينهن سرس سوايو
گيت اناالحق تن تي ڳايو
توڙئون نانگا نينهن نچن تا

شوقئون ڪن تا شاديون شڪرانا
برهه پڙهاين بيحد بيانا
ڳوپيون ٻڌن ڳل عشق جا ڳانا
لڪيو لاهوتي لائون ڏين
پرت پياسي گهوٽ گهمن تا

خوشؔ خير محمد مرشد هادي
اچي عرضيءَ تي ڪئي امدادي
ويو وڇوڙو تي آزادي
گولي دلبر نال گڏين
پل پل جن جا پور پون تا

❊ ❊ ❊

جيءَ ۾ جوڳين جا دونهان دکن تا
اهڙو نينهن نروار نانگا نچن تا

اکڙيون اڙايم دل جي نارڻ لئي
سڄڻ پاتو سرمون منهنجي مارڻ لئي
مرکي منل يار کلي تو کارڻ لئي
بڙ تي پورو کيو چاڪ چکن تا
ڏسي عشق اکيون منهن ۾ موچاريون
چرکن چنيڻ لاءِ بيوس ويچاريون
هڪ اڳي سهڻيون بيو سرمي سينگاريون
ايڏو تاب تارن ڏيهه ڏکن تا

قتيل فراقي دل کري دانهون
خير محمد جون سڻ تون الاهون
اچ اڳڻ يار منهنجي آڳاهون
پاڙن پيارا سچا سخن تا.

* * *

## سالڪ کن تا سير

بحر اونهي ۾ ذوقئون ذاتي

عام کان اولي عاشق اورن، ساهه سمرٽيون سالڪ سورن
پانئن نہ کو بيو پير، پائن پرتئون پاڻ ۾ جهاتي

لنگهي لا کان اڳي ويڙا، موتو قبل مري جيڙا
پنڌ تهين جي پير، وڃن وحدت چپ چپاتي

ڏوهه ثواب جا ٽڳا ٽوڙي، پنهنجي جاءِ اڳاهون جوڙي
خير محمد خوش هر جا خير، عشق اچانڪ کئي اثباتي

* * *

جڏهن هر صورت حق پائن تا
تڏهن صوفي اچي سر نائن تا

انا احمد بلا ميمي
نور نسورو ذات قديمي
کيون منهن معراج آٽائن تا

مولا ملڪن تي حڪم هلايو
آٽي آدم جي پيرين سر نايو
ڪيو سجدو ادب سڪائن تا

ڏوئي دل تان غير ڇڏيائون
چڙهي سوريءَ تي سير ڪيائون
اهي گيت اناالحق ڳائن تا

خوش خير محمد ڏس خيال عشاقن
ڪاڻ وحدت جي ويچارا چا ڪن؟
کيون نئڙت رام ريجهائن تا

* * *

سٽي پورب جا پيغام، سامي سنک وڄائن تا
آڏيءَ ويل اٿائن تا

سگيون ساز سويل کنيائون تنبن کي تي تيل مکيائون
هنگلاج هلڻ جي هام بانکا برحق پائن تا

آديسن جا پنڌ اڙانگا سامي لاهن سر جا سانگا
آهي گاروڙين هک گام جنهن دم وک وڌائن تا

ڪمرڪولا باڪشتيون ڪڙيون جوڳين پنهنجي جان سان جڙيون
تن ساجهر ڪيا سر جام ڪنهن دس دور ڇتائن تا

لاهوتي لاشڪ تيڙا تلڪ لڳائي تارڪ تيڙا
ٻڌو آديسين احرام نانگا نينهن نڀائن تا

كن بيراڳي بينڪ جاتي سدا سناسين صحبت تاتي
ڪوڙين تيا قتلام ويهي جڏهن وڄائن ٽا

خير محمد خوش گر گفتارون شال ٻڌي هي پرهہ پڪارون
ڪيئن وحدت جا وريام جوڳي جڳت ڪمائن ٽا.

❊ ❊ ❊

وهہ واهہ مٽان ويراڳين
محبت جا مينهن وسايا
بوندان بادل برهہ جا
سر عاشقن جي آيا

سورهيہ سرن جو سانگو
لاهي لنگهيائون لانگهو
تن ۾ طلب ۽ تانگهو
ڪوپن تہ ڪنڌ ڪپايا

سر عاشقن جي سوري
وهہ واهہ عجب مخموري
نت ناز نينهن نوري
موسيٰ ڪوهہ طور جلايا
مجنون سان درد ليليٰ
آيو عشق سر اڪيلي
محبت جا مينهن ميلي
بر ۾ ولين ويڙهايا

خوش خير محمد برهہ باري
ڏادي عشق آتش ٻاري
برهہ لاتي بهاڙي
نانگا نينهن نچايا.

❊ ❊ ❊

آهي ڏسڻ ٻڌڻ وارو کھرو
وچئون عشق عقل وڏو وھرو

اول اسان کي عشق پڑھايو
پرت سبق اهو پھرو

پتنگ شمع تي کيئن نہ پچندو؟
چشمن سان ڏسي چھرو

سوز وارن سان ڳالھيون سلجن
نينھن جنين جو نھرو

خير محمد ٻڌو ساڻ خوشيءَ جي
سر عشق جو سھرو

❋ ❋ ❋

آهي عشق سکر [1] وري اهڙو
ناهي جام جنت ۾ تھڙو

ڏاڏي آدم پاڻ چکي چيو
هرگز ناهي هن جھڙو

ريءَ پرين پھچائي عرشين
کم کري تو کھڙو

اجا تائين اصحاب کهف جا
لاهي ستا سپ ليڙو

خير محمد خوش خاص لڳو دل
صورت وارو سھڙو

❋ ❋ ❋

---

[1] نشو.

تنهنجي ملڻ لاءِ نيڻن تي نهاريو
مسين مسين اچي تو منهڙو ڏيکاريو

بادل بهاريون ڳائن ڌهوري
ڪارڻ نين جي اچن اگهوري
صحن چمن جا تن لئہ سينگاريو

بلبل خزان جا گذارا گذر ڪر
برهہ بقا جا نظارا نظر ڪر
ڏينهن وفا جا گلن سان گذاريو

سهسين رنگ سرود تماشا
تيا رس راڳ ملڻ ميلاپا
وحدت ڪي اوهين ڪيئن وساريو

خير محمد خوش وسن ميخانا
ساغر چنگ صراحيون ترانا
گل قل چمن جا خوب قلاريو

* * *

دل ڪسي دلبر وجي پوءِ تو پڇنديون ڪرين

محبت سان مستان ڪيئي
هينئڙو وري حيران ڪيئي
ساري لوڪ ۾ نيشان ڪيئي
لائي لنئون چو تو لڙنديون ڪرين

منهنجي ساهہ جو توسان سهو
مون وٽ پايو لالڻ ليئو
تو ريءَ ناهي منهنجو ٻيو
هاٺي هوت تو هلنديون ڪرين

خير محمد تنهنجو غلام
ائين چوي سڀ خاص عام
تنهن کي پياريو جلدي جام
چو ٿو خان خود پسنديون ڪرين

❊ ❊ ❊

دردن واري جي دل ونجي
ڪاوڙ تن سان ڪانہ ڪجي
برھ سندي بازار ۾
سر جو سودو صاف سٽجي
زنگ تہ ذوق وارن سان
رتيءَ جيترو نہ رکجي
خوش خير محمد نال نيازي
ريت انهيءَ راند ڪٽجي

❊ ❊ ❊

گيدي گهرندا ڪين
مرد پوندا مچ ۾
تکي جا تلوار ڪان
ويڙھ انهيءَ وڙهندا
ترھو ڏئي تار مان
گهيڙ انهيءَ گهڙندا
خير محمد خوش ٿو گهري
سورهيہ سر ڏيندا

❊ ❊ ❊

رمز پريون اکيون رانجهن تنهنجيون زور لٽن دل زاري
دعوت عشق دلير جهلي، مجني ڪئي منظوري،
عشق بنا سر ڪير ڏئي، بيجل ڪنڌ ڪٽاري.

مارن تير تفنگي خنجر، خوني نين خماري،
جهٽ پٽ جهتن ظاهر باطن، بيوس دل هماري

خير محمد خوش دل دلبر، وجڻ ذوق ضروري،
مان ملي محبوب همارا، بادل بوندي بهاري.

* * *

هر رنگ ۾ رلجي وجي کيئن عشق لا مظهر چوان،
ظاهر چوان باطن چوان سو ڪل شي اندر چوان.

هر جا ظهورو ذات جو، صورت اندر اثبات جو،
حيات ۽ ممات جو، آ کيل هر هڪ گهر چوان.

ڪنز مخفي اظهار تيو، ازلي الست انوار تيو،
قالو بليٰ اقرار تيو، سو قول چو ويسر چوان.

موج مستيءَ ۾ محب، محبوب ۾ تيو منتخب،
غبغب اندر غازي بلب، گفتار ۾ گوهر چوان

خوش خير محمد خيال ۾، هر چال قيل و قال ۾،
ماضي قبل هر حال ۾، پير مغان رهبر چوان.

* * *

رخ تنهنجي روشن ڪيو جلوو ڪلام الله جو
والشمن ياسين والضحيٰ آهي شان شافع شاهه جو

اڳ نسورو نور هو، تجلو جنهن جو مشهور هو
مرسل وجي معراج تيو روبرو الله جو

يوسف هيو ڪنعان ۾، شاهه عشق جي زندان ۾
مصر ۾ وجي قيد تيو سانگو چڏي سڀ ساهه جو

مالڪ هر دو جهان، سرور ڪون مڪان
ڪربلا ۾ شهيد تيو ڏهتو رسول الله جو

خير محمد خوشيءَ سان عاشق ڪنا منجهه ڪربلا
ڪامل ڪن تا ڪم اهوئي في سبيل الله جو

* * *

رس شاهه نجف جا شير علي
اچي عاصيءَ تي امداد ڪيو

مرتضيٰ مشڪل ڪشا
محبن جا آهيو خفي ۽ جلي
منهنجي دل شڪسته شاد ڪيو

نسنگ اچي نعرو هڻو
ڪير جهلي تڪو تاب تلي
ملعون منافق ماد ڪيو

دير نه گهرجي دم جي
هيٺن ڏي اچو پاڻ هلي
ڪڍي قيد منجهان آزاد ڪيو

خير محمد خوش ڪيو
خاوند جا آهيو خاص ولي
اچي عشق سندو ارشاد ڪيو

❊ ❊ ❊

لڌي مرتضيٰ مولي عليءَ ڪان شاهه صفي الله شفا
مرض ڪل معافي ٿيا لٿي جان ساريءَ تان جفا

شوقئون نجف جي شاهه جو، رهه سوالي سنجهه صباح جو
وٺ ذوق ڏيندا واهه جو، ڪر نياز تان ماٿين نفا

حسنين جن هر حال ۾، حامي رهيا هر ڳالهه ۾
عزت عمر اقبال ۾، ڪئي مدد محمد مصطفيٰ

شاهه منقبت منظور ڪيو، دک درد دل جو دور ڪيو
مسڪين کي مسرور ڪيو، لٿا خيال خاطر جا خفا

---

(1) ڳجها ۽ پڌرا.
(2) مات - ماريو
(3) نفعا

بهرو برهہ مليو اچي، محبت محل مليو اچي
رنگ معنوي رليو اچي، صورت ڪلي ساڳي صفا

خوش خير محمد هيءَ سدا، مقبول پئي من جي مدعا
ڪو دم نہ ٿئي جانب جدا، محبوب سان مهر و وفا

* * *

برحق بدعتي آهيون مولا موالي تو سندا

سرڪي سوائيءَ جي پيون صاف ٿئي سارو هنيون
هن ڪيف ۾ ڪو دم جيون تين عشق عقل جا سنڌا
لاتقنطو تڪرار آ محمد منو مختار آ
اسان عاصين اعتبار آ جنهن جي ڳڻن آهيون ڳڏا
حب حوض ڪوثر جي اٿئون بي طلب طوبيٰ جي نٿئون
پيون جام حيدر جي هٿئون مولا علي شير خدا
حر آهيون حسنين جا ڪامي آهيون ڪونين جا
دوازدهہ[1] دارين جا محبت انهن جي آ مدعا
خوش خير محمد جو عرض فاني ٿيڻ تو ۾ فرض
پير مغان ڪي هي عرض سڻ صاف صوفيءَ جي سدا

* * *

اچي حاضر حسيني تي قلندر لعل مروندي

تون آن حسنين جو پيارو فقر جو سرگروه سارو
ڪري ملعون تي مارو ٻڌي محڪم ڪمر بندي
توڪي چوطرف چوڌاري نمي تي هند سنڌ ساري
ڪابل ڪشمير قنڌاري بلخ بيروت سمرقندي
نہ گهرجي دير مون هاڻي مدد ڪر شاهہ سيوهاڻي
اچي تي سيگهہ ۾ ساڻي ڪدي ڇڏ قيد مان بندي
مدح خوش خير محمد چئو لتا يولا مڙيئي يئو
هميشہ نياز سان پيو نئو ٿئي دل شاد خورسندي

* * *

---

[1] دوازدهہ = ٻارهن (امام).

هو مالڪ مختار برحق سالڪن سرتاج هو
سفل⁽¹⁾ پيا سوري چون منصور لئہ معراج هو
هو ملڪ ۾ مشهور هو سڀ ڪنهن خصالت خواج هو
ملڪ دل جو دست ڪيائين ڪل رعيت راج هو
ڏينهن ڪراماتون ڏنيون جتي هر ملان محتاج هو
هن شهادت شوق جو وڏو عاشق ڪي احتياج هو
ذاتي گڏيو وجي ذات سان، هو تا جاڻن علاج هو
موڳن ملن تي موت پانيو ڪامل لئہ ڪاج هو
خير محمد خوش سڻ خبر انہ، پڙهڻ جو عاج هو
اثبات ڪر الله ڪي اتي وحده جو واج هو

❊ ❊ ❊

عثمان⁽²⁾ عاشق آفرين پنهنجو جسم پروان ڪيئي
طالبن جي طور ۾ نالو صحيح نيشان ڪيئي

غازي ڪنيئي وک واھ جو
سانگو رکيئي نہ ساھ جو
توکي ذوق وجہ الله جو
واھ درد جو درمان ڪيئي

غازي ٻولي گفتا گوهر
واھ عاشقن ڪي تيو اثر
اهڙو هيو سالڪ سٺر
واھ عشق جو اعلان ڪيئي

تنهنجي درد دل خستي ڪئي
هرگز نہ تو سستي ڪئي

(1) اسفل سافلين = گهٽ ۾ گهٽ درجي وارا (قرآن)
(2) عثمان فقيرسانگي، فقير خير محمد جو مرشد پائي هو.

